



# قومِ لوط جون تباهہ ڪاريون

سنڌي ترجمو






شيخ طريقت، امير اهلسنت، باني دعوت اسلامي حضرت علامه مولانا ابوبلال

**مُحَمّد الياس عطّار قادري رضوي** دامت برڪاتهم العاليه



مڪتبة المدينه (دعوت اسلامي)




شيخ طريقت، امير اهلسنت، بانيءِ دعوت اسلامي، حضرت علامہ
دامت برکاتھم العاليه
**مولانا ابو بلال محمد الياس عطار قادري رضوي**

جن جو اُردو زبان ۾ تحريري بيان

# قوم لوط جون تباھ ڪاريون

## مجلسِ تراجِم

**ھن رسالي جو آسان سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرڻ جي وس آھر ڪوشش ڪئي آھي. جيڪڏھن ترجمي يا ڪمپوزنگ ۾ ڪٿي ڪا ڪمي بيشي نظر اچي ته مجلس تراجم کي آگاھ ڪري ثواب جا حقدار بڻجندؤ .**

**رابطي جي لاءِ: مڪتب مجلس تراجم (دعوت اسلامي)**
**عالمي مدني مرڪز فيضان مدينہ محلہ سوداگران**
**پراڻي سبزي منڊي باب المدينہ ڪراچي**
**فون نمبر : 91-90-021-34921389**
*E-mail: majlistarajim@dawateislami.net*




# فھرست

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الۡمُرۡسَلِيۡنَ
اَمَّا بَعۡدُ فَاَعُوۡذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيۡطٰنِ الرَّجِيۡمِ ؕ بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ؕ

# قومِ لوط جون تباهہ ڪاريون

شيطان ڪيتري بہ سستي ڏياري هي بيان آخر تائين پڙهي وٺو اِن شآءَ الله عَزَّوَجَلَّ اوهان آخرت جي خوف کان لرزي اُٿندؤ.

## درود شريف جي فضيلت

الله عَزَّوَجَلَّ جي محبوب، داناءِ غُيُوب، مُنَزَّهٌ عَنِ الۡعُيُوب صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو فرمانِ تَقَرُّب نشان آهي: ”بيشڪ قيامت جي ڏينهن ماڻهن مان منهنجي تمام ويجهو اُهو شخص هوندو جيڪو مون تي سڀ کان وڌيڪ درود موڪلي.“ (ترمذي ج 2 ص 27 حديث 484)

صَلُّوۡا عَلَى الۡحَبِيۡب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ابراهيم خليل الله جو ڀائيٽيو

حضرت سيِّدُنا لُوط عَلٰى نَبِيِّنَا وَ عَلَيۡهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام حضرت سيِّدُنا ابراهيم عَلٰى نَبِيِّنَا وَ عَلَيۡهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جا ڀائيٽا آهن. پاڻ عَلٰى نَبِيِّنَا وَ عَلَيۡهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام (علائقي) سَدُوم جا نبي هئا، ۽ پاڻ عَلٰى نَبِيِّنَا وَ عَلَيۡهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام حضرت سيِّدُنا ابراهيم عَلٰى نَبِيِّنَا وَ عَلَيۡهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام سان گڏ هجرت ڪري مُلڪِ شام آيا هئا ۽ حضرت سيِّدُنا ابراهيم خليل الله عَلٰى نَبِيِّنَا وَ عَلَيۡهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جن جي گهڻي خدمت ڪئي هئي. حضرت سيِّدُنا ابراهيم عَلٰى نَبِيِّنَا وَ عَلَيۡهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جن جي دُعا سان پاڻ نبي بڻايا ويا. (نور العرفان ص 255)

---

(1) هي بيان امير اهلسنت دَامَتۡ بَرَكَاتُهُمُ الۡعَالِيَه تبليغ قرآن ۽ سنت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ دعوت اسلامي جي جي عالمي مدني مرڪز فيضان مدينہ ۾ ٿيڻ واري سنتن ڀريي اجتماع (29 ذيقعده 1432ھ 27/10/11) ۾ فرمايو، ترميم ۽ اضافي سان لکت ۾ حاضرِ خدمت آهي. مجلس مڪتبة المدينہ

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم : جنھن مون تي ھڪ ڀيرو درود پاڪ پڙھيو الله تعاليٰ ان تي ڏھ رحمتون موڪليندو آھي .

# دنيا ۾ سڀ کان پھريان بدفعلي شيطان ڪرائي

دنيا ۾ سڀ کان پھريان بدفعلي شيطان ڪرائي، ھُو حضرت سيِّدُنا لُوط عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جي قوم ۾ حَسين اَمرَد يعني خوبصورت ڇوڪري جي شڪل ۾ آيو ۽ انھن ماڻھن کي پنھنجي طرف مائل ڪيو ايستائين جو گندو ڪم ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ انھيءَ (ڪم) جو انھن کي اھڙو چسڪو لڳو جو اھي انھيءَ بُري ڪم جا عادي ٿي ويا ۽ نوبت ايسيتائين پھتي جو عورتن کي ڇڏي ڪري مردن سان پنھنجي "خواھش" پوري ڪرڻ لڳا. (ماخوذ از مکاشفة القلوب ص 76)

## سيِّدُنا لوط عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام سمجھايو

حضرت سيِّدُنا لُوط عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جن اُنھن ماڻھن کي اِنھيءَ بُري فعل کان منع ڪندي جيڪو بيان فرمايو انھيءَ کي سيپاري 8 سُوۡرَۃُ الۡاَعۡرَاف آيت نمبر 80 ۽ 81 ۾ ھنن لفظن سان بيان ڪيو ويو آھي:

اَتَاۡتُوۡنَ الۡفَاحِشَۃَ مَا سَبَقَکُمۡ بِہَا مِنۡ اَحَدٍ مِّنَ الۡعٰلَمِیۡنَ ﴿۸۰﴾ اِنَّکُمۡ لَتَاۡتُوۡنَ الرِّجَالَ شَہۡوَۃً مِّنۡ دُوۡنِ النِّسَآءِ ؕ بَلۡ اَنۡتُمۡ قَوۡمٌ مُّسۡرِفُوۡنَ ﴿۸۱﴾

**ترجموڪنزالايمان:** ڇا اھڙي بي حيائي ڪريو ٿا جيڪا توھان کان اڳي جھان ۾ ڪنھن نہ ڪئي، توھان تہ مڙسن وٽ شھوت جي ارادي سان وڃو ٿا عورتن کي ڇڏي ڪري بلڪ توھان ماڻھو حد کان لنگھي ويؤ.

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّی اللّٰہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم : **جنھن مون تي ڏھ ڀيرو درود پاڪ پڙھيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آھي .**

حضرت سيِدُنا لُوط عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي تي مشتمل بيانِ عافيت نشان کي ٻُڌي ڪري بي حيا قوم سندن جي ڳالھ مڃڻ بدران بيباڪي وارو جيڪو جواب ڏنو اُنھي کي سيپاري 8 سُوۡرَۃُ الۡاَعۡرَاف آيت 82 ۾ ھنن لفظن سان بيان ڪيو ويو آھي:

وَمَا كَانَ جَوَابَ قَوْمِهٖۤ اِلَّاۤ اَنْ قَالُوْۤا اَخْرِجُوْهُمْ مِّنْ قَرْیَتِكُمْ ۚ اِنَّهُمْ اُنَاسٌ یَّتَطَهَّرُوْنَ ﴿۸۲﴾

**ترجمو ڪنزالايمان:** ۽ ان جي قوم جو ڪو جواب نہ ھو مگر ھي چوڻ تہ انھن کي پنھنجي ڳوٺ مان ڪڍي ڇڏيو، ھي ماڻھو تہ پاڪيزگي چاھن ٿا.

## قومِ لُوط تي ڀيانڪ عذاب نازل ٿيو

جڏھن قوم لُوط جي سرڪشي ۽ بدفعلي جي عادت ھدايت جي قابل نہ رھي تہ الله عَزَّوَجَلَّ جو عذاب اچي ويو، جيئن تہ حضرت جبرئيل عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام ڪجھ فِرشتن سان گڏ حسين اَمردن يعني خوبصورت ڇوڪرن جي صورت ۾ مھمان ٿي حضرت سيِدُنا لُوط عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام وٽ پھتا. انھن مھمانن جي حُسن و جمال ۽ قوم جي بدڪاري جي عادت جي خيال کان حضرت سيِدُنا لُوط عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام تمام گھڻا فڪر مند ٿيا. ٿوري دير کان پوءِ قوم جي بدفعلن حضرت سيِدُنا لُوط عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جي گھر مبارڪ جو گھيرو ڪري ورتو ۽ انھن مھمانن سان بدفعلي جي بُري ارادي سان ديوار تي چڙھڻ لڳا.

**فرمانِ مصطفيٰ** صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم: **جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاهه ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس .**

**حضرت سيِّدُنا لُوط** عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام **جن نهايت دل سوزي سان انهن کي سمجهايو پر اهي پنهنجي بُري ارادي کان باز نہ آيا. پاڻ** عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام **کي فڪر مند ۽ رنجيده ڏسي ڪري حضرت سيِّدُنا جبرائيل** عَلَیْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام **جن چيو: يا نبيَّ الله! اوهان غمگين نہ ٿيو، اسان فِرشتا آهيون ۽ انهن بدڪارن تي الله** عَزَّوَجَلَّ **جو عذاب کڻي ڪري لٿا آهيون، اوهان مُؤمنن ۽ پنهنجي اهل و عيال کي گڏ وٺي ڪري صبح ٿيڻ کان پهرين پهرين هن ڳوٺ کان پري هليا وڃو، ۽ خبردار! ڪو شخص پنيان مُڙي ڪري ڳوٺ ڏانهن نہ ڏسي نہ تہ هو بہ انهيءَ عذاب ۾ گرفتار ٿي ويندو. پوءِ حضرت سيِّدُنا لُوط** عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام **پنهنجي گهروارن ۽ مؤمِنن کي گڏ وٺي ڳوٺ کان ٻاهر تشريف وٺي ويا. پوءِ حضرت جبريل** عَلَیْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام **انهي شهر جي پنجن ئي وسندين کي پنهنجن پَرن تي کڻي ڪري آسمان جي طرف بُلند ٿيا ۽ ڪجهہ مٿي وڃي ڪري اُنهن ڳوٺن کي زمين تي اُونڌو ڪري ڇڏيو. پوءِ انهن تي ايتري زور سان پٿرن جو مينهن وَسيو جو قومِ لُوط جي لاشن جا ٽڪرا بہ اُڏامي ويا! بلڪل انهي وقت جڏهن اهو شهر اُبتو ٿي رهيو هو حضرت سيِّدُنا لُوط** عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام **جن جي هڪ گهرواريءَ جنهن جو نالو "واعِلہ" هو جيڪا حقيقت ۾ مُنافِقہ هئي ۽ قوم جي بدڪارن سان محبت رکندي هئي. ان پٺيان مڙي ڪري ڏسي ورتو ۽ ان جي زبان مان نڪتو "هاءِ**

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلَّم: **جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي .**

منهنجي قوم!“ اهو چئي ڪري اُتي بيٺي پوءِ عذابِ الاهي جو هڪ پٿر هُن جي مٿان بہ اچي ڪريو ۽ هو بہ ختم ٿي ويئي. سيپاري 8 سُوۡرَۃُ الۡاَعۡرَاف آيت 83 ۽ 84 ۾ ارشادِ ربُّ العِباد عَزَّوَجَلَّ آهي:

فَاَنۡجَیۡنٰہُ وَ اَہۡلَہٗۤ اِلَّا امۡرَاَتَہٗ ۫ۖ کَانَتۡ مِنَ الۡغٰبِرِیۡنَ ﴿۸۳﴾ وَ اَمۡطَرۡنَا عَلَیۡہِمۡ مَّطَرًا ؕ فَانۡظُرۡ کَیۡفَ کَانَ عَاقِبَۃُ الۡمُجۡرِمِیۡنَ ﴿۸۴﴾

**ترجموڪنزالايمان:** پوءِ اسان ان کي ۽ ان جي گهر وارن کي نجات ڏني مگر ان جي زال پٺتي رهجي ويندڙن مان ٿي ۽ اسان انهن تي هڪ برسات وسائي پوءِ ڏسو کهڙي پڇاڙي ٿي مجرمن جي.

بدڪار قوم تي ڪِرڻ واري هر پٿر تي ان شخص جو نالو لکيل هو جيڪو اُنهي پٿر سان ختم ٿيو.

(ماخوذ از عجائب القرآن ص 110 تا 112، تفسير صاوي ج 2 ص 691)

## پٿر پيڇو ڪيو!

حضرت سيِّدُنا لُوط عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جي قوم جو هڪ تاجر انهيءَ وقت ڪاروبار جي سلسلي ۾ مڪي شريف زَادَھَا اللہُ شَرَفًا وَّ تَعۡظِیۡمًا آيل هو، انهي جي نالي جو پٿر اُتي پڄي ويو پر فرشتن اهو چئي روڪي ڇڏيو تہ هي الله عَزَّوَجَلَّ جو حرم آهي پوءِ اهو پٿر چاليهہ ڏينهن تائين حرم کان ٻاهر زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ مُعَلَّق (يعني لٽڪيل) رهيو جيئن ئي اهو تاجر فارغ ٿي مڪي شريف زَادَھَا اللہُ شَرَفًا وَّ تَعۡظِیۡمًا کان نڪري حرم کان ٻاهر ٿيو تہ اهو پٿر انهي تي ڪريو ۽ اهو اتي ئي هلاڪ ٿي ويو.

(مڪاشفةُ القلوب ص 76 ماخوذًا)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جنھن مون تي ڏھہ ڀيرا صبح ۽ ڏھہ ڀيرا شام درود پاڪ پڙھيو تہ ان کي قيامت جي ڏينھن منھنجي شفاعت ملندي.

## سوئر اِغلام باز ھوندو آھي

مُفسّر شَھِير، حڪيمُ الاُمّت، حضرت مفتي احمد يار خان عَلَيْهِ رَحْمَةُ الحنّان فرمائن ٿا: فاحِشہ (بي حيائي) اُھو گناھہ آھي جنھن کي عقل بہ بُرو سمجھي. ڪفر جڏھن تہ بدترين گناھہ ڪبيره آھي پر انھي کي ربّ (عَزَّوَجَلَّ) فاحِشہ (يعني بي حيائي) نہ فرمايو، ڇو تہ انساني نفس انھي کان ڪراھيت نٿو ڪري، ڪيترائي عقلمند چورائڻ وارا انھي ۾ گرفتار آھن پر اِغلام (يعني بدفعلي) تہ اھڙي خراب شيءِ آھي جو جانور بہ اِنھي کان نفرت ڪندا آھن سواءِ سوئر جي. ڇوڪرن سان اِغلام قطعي حرام آھي. انھي جي حرام ھئڻ جو مُنڪِر (يعني انڪار ڪرڻ وارو) ڪافر آھي. لُوطي (يعني اِغلام باز) مَرد ”عورت“ جي قابل نٿو رھي.
(نُور العرفان ص 255)

## اللہ عَزَّوَجَلَّ جي بارگاھہ ۾ سڀ کان وڌيڪ ناپسنديده گناھہ

حضرت سيِّدُنا سليمان عَلٰى نَبِيِّنَا وَ عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام جن ھڪ ڀيري شيطان کان پڇيو تہ اللہ عَزَّوَجَلَّ کي سڀ کان وڌيڪ ڪھڙو گناھہ ناپسند آھي؟ اِبليس چيو: اللہ عَزَّوَجَلَّ کي ھي گناھہ سڀ کان وڌيڪ ناپسند آھي جو مرد، مرد سان بدفعلي ڪري ۽ عورت عورت سان پنھنجي خواھش پوري ڪري. (روحُ البيان ج 3 ص 197)

خاتَمُ المُرسَلِين، رَحمَة لِّلعٰلمين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمان عبرت

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہُ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلّم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي اللہ تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي .

نشان آهي: جڏهن مرد، مرد سان حرام ڪاري ڪري تہ اُهي ٻئي زاني آهن ۽ جڏهن عورت عورت سان حرام ڪاري ڪري تہ اُهي ٻئي زانِيہ آهن. (السنن الکبريٰ ج 8 ص 406 حديث 17033)

## ٽن قسمن جا اَمرَد پرست

حضرت سيِّدُنا ابوسَعيد خُدري رَضِيَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ کان روايت آهي تہ آخري زماني ۾ ڪجهہ ماڻهو "لُوطِي" سڏرائيندا ۽ اهي ٽن قسمن جا هوندا. (1) اُهي جيڪي (شهوت سان) صرف اَمردن ڏانهن ڏسندا، ۽ (شهوت جي باوجود) انهن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪندا. (2) جيڪي (شهوت سان) انهن سان هٿ ملائيندا ۽ ڳلي ٻہ ملندا. (3) جيڪي انهن سان بدفعلي ڪندا انهن سيني تي اللہ عَزَّوَجَلَّ جي لعنت آهي پر اهي جيڪي توبهہ ڪري وٺندا. (تہ اللہ عَزَّوَجَلَّ انهن جي توبهہ قبول فرمائيندو ۽ اهي لعنت کان بچيل رهندا)
(الفردوس بماثور الخطاب ج 2 ص 315 حديث 3425)

## پڙڪندڙ لاشَ

حضرت سيِّدُنا عيسيٰ روحُ اللہ عَلٰی نَبِيِّنَا وَ عَلَيْهِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جن هڪ ڀيري جهنگ ۾ ڏٺو تہ هڪ "مرد" تي باهہ ٻري رهي آهي. پاڻ عَلٰی نَبِيِّنَا وَ عَلَيْهِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جن پاڻي کڻي ڪري باهہ وسائڻ چاهي تہ باهہ اَمرَد جي صورت اختيار ڪري ورتي. حضرت سيِّدُنا عيسيٰ روحُ اللہ عَلٰی نَبِيِّنَا وَ عَلَيْهِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام جن اللہ عَزَّوَجَلَّ جي بارگاهہ ۾ عرض ڪئي: يا اللہ عَزَّوَجَلَّ انهن ٻنهي کي پنهنجي اصلي حالت تي موٽاءِ تہ جيئن آئون انهن کان انهن جو گناهہ پڇان، پوءِ مرد ۽ اَمرَد باهہ

ڪان ٻاهر اچي ويا. مرد چوڻ لڳو يا روحَ الله عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیْهِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام! مون هن اَمرد سان دوستي ڪئي هئي، افسوس! شهوت سان مغلوب ٿي ڪري مون جمعي جي رات هن سان بدفعلي ڪئي، ٻي ڏينهن به ڪارو منهن ڪيو. هڪ ناصِح (يعني نصيحت ڪندڙ) خدا عَزَّوَجَلَّ جو خوف ڏياريو پر مان نه مڙيس. پوءِ اسان ٻئي مري وياسين. هاڻي واري سان ٻاهه ٻڻجي هڪٻئي کي ساڙيون ٿا ۽ اسان جو هي عذاب قيامت تائين آهي. اَلعِياذُ بِالله تعاليٰ (يعني الله عَزَّوَجَلَّ جي پناهه) (نزهة المجالِس ج 2 ص 52)

## اَمرد به دوزخ جو حقدار

اَمردن سان دوستي ڪرڻ وارا شيطان جي وار کان خبردار ٿين! بيشڪ شروع ۾ نيّت صاف ئي سِهي، پر شيطان کي ورغلائيندي دير نٿي لڳي. اَمرد سان دوستي ڪرڻ واري جو ڪجهه پيو نه ته بدنگاهي ۽ شهوت سان گڏ جسم ٽڪرائڻ جي گناهه کان بچڻ ته نهايت ئي مشڪل هوندو آهي. هي به ياد رهي! جيڪڏهن اَمرد رضامندي سان يا پئسن يا نوڪري وغيره جي لالچ ۾ بدفعلي ڪرائيندو ته اُهو به گنهگار ۽ دوزخ جو حقدار آهي.

## قومِ لُوط جي قبرستان ۾

حضرت سيِّدُنا وَڪيع رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کان مروي آهي: ”جيڪو شخص قومِ لُوط جهڙو عمل (يعني بدفعلي) ڪندو هوندو ۽ بغير

توبھ جي مرندو تہ تدفين کان پوءِ انهيءَ کي قومِ لُوط جي قبرستان ۾ منتقل ڪيو ويندو ۽ انهي جو حشر قومِ لُوط سان گڏ ٿيندو.“ (يعني قومِ لُوط سان گڏ قيامت ۾ اُٿندو) (ابن عساکر ج 45 ص 406)

## اِغلام باز جي دنيا ۾ سزا

حنفي مذهب ۾ اِغلام باز (يعني بدفعلي ڪرڻ واري) جي سزا هي آهي تہ انهي جي مٿان ديوار ڪيرائي ڇڏجي، يا مٿانهين جڳهہ تان اُنهي کي اُونڌو ڪري ڪرايو وڃي ۽ انهي تي پٿر وسائجن يا انهي کي قيد ۾ رکجي ايستائين جو مري وڃي يا توبھ ڪري وٺي. يا جنهن ڪجهہ ڀيرا هي فعلِ بد ڪيو هجي بادشاهِ اسلام انهي کي قتل ڪري ڇڏي. (دُرِ مختار و ردالمختار ج 6 ص 43، 44) اهي سزائون ڏيڻ جي عوام کي اجازت ناهي. صرف حاڪمِ اسلام ڏيندو.

## بدفعلي کي جائز سمجهڻ ڪيئن؟

دعوتِ اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينہ جي شايع ٿيندڙ 692 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”کُفريه کلمات کے بارے میں سوال جواب“ صفحي 397 کان 398 مان بہ سوال جواب ملاحظہ فرمايو، **سوال:** جيڪو بدفعلي کي جائز سمجهي يا جائز چوي ڇا اُهو مسلمان ٿي رهندو؟

**جواب:** نہ، هُو ڪافر ٿي ويندو. فقهاءِ ڪرام رَحِمَهُمُ اللهُ السَّلَام فرمائن ٿا: جنهن حرامِ اِجماعي جي حُرمت جو انڪار ڪيو يا

**فرمانِ مصطفيٰ** صلی اللہ تعالٰی علیہ والہٖ وسلم : **مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت (يعني پاڪائي) آهي.**

انهي جي حرام هئڻ ۾ شڪ ڪيو اُهو ڪافر آهي. جيئن شراب (خَمر)، زنا، لواطت، وياج وغيره. (مِنح الروض ص 503)

منهنجا آقا اعليٰ حضرت، امام اهلسنّت، مولانا شاهہ امام احمد رضا خان عَلَیْہِ رَحْمَۃُ الرَّحْمٰن لواطت جي حلال هجڻ جي قائل جي باري ۾ ارشاد فرمائن ٿا: لواطت کي حلال سمجهڻ وارو ڪافر آهي. (فتاويٰ رضويہ ج 23 ص 694)

## ”ڪاش! بدفعلي جائز هجي ها“ چوڻ ڪفر آهي

**سوال:** اُنهي شخص لاءِ ڇا حڪم آهي جيڪو جائز تہ نہ چوي پر اِها خواهش ڪري تہ ڪاش! بدفعلي جائز هجي ها.

**جواب:** اِها خواهش بہ ڪفر آهي. اَلبَحرُالرَّائِق جلد 5 صفحي 208 تي آهي: جيڪي حرام ڪم ڪڏهن حلال نہ ٿيا انهن جي باري ۾ حلال ٿيڻ جي خواهش ڪرڻ ڪفر آهي مثال طور خواهش ڪرڻ تہ ڪاش! ظلم، زنا ۽ ناحق قتل حلال هجن ها.

## پيشِ امام جي ڪرامت

اي الله جي رحمت سان جنّتُ الفِردوس ۾ مڪي مدني آقا صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي پاڙي جا طلبگارو! بدفعلي کان بچڻ جي لاءِ نظرن جي حفاظت بہ ضروري آهي ڇو تہ هي هِن خوفناڪ گناهہ جو پهريون ڏاڪو آهي. بدنگاهي جي تباهہ ڪاري جي هڪ جهلڪ ملاحظہ فرمايو، جيئن تہ حافظ ابو عَمرو مدرسي ۾ قرآن پاڪ پڙهائيندا هئا هڪ ڀيري هڪ خوبصورت ڇوڪرو

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّى اللّٰه تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم **: جنھن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو تہ جيستائين منھنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رھندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رھندا.**

پڙھڻ لاءِ آيو. ان جي طرف گندي لذت سان ڏسڻ سان ئي ان ڪي سڄو قرآن پاڪ وساريو ويو. تمام گھڻي توبھ ڪيائين ۽ روئيندي مشھور تابعي بزرگ حضرت سيِّدُنا حسن بصري عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللّٰهِ القوي جي بارگاھ ۾ حاضر ٿي ڪري ماجرو عرض ڪيائين ۽ دعا جو طالب ٿيو. فرمايائون: ھن ئي سال حج جي سعادت حاصل ڪر ۽ مِنيٰ شريف جي مَسجِدُ الخَيف شريف ۾ وڃي ڪري اُتي پيش امام کان دُعا ڪراءِ. (اڳوڻي) حافظ صاحب حج ڪيو ۽ مَسجِدُ الخَيف شريف ۾ ظھر کان پھرين حاضر ٿي ويو. ھڪ نوراني چھري وارا پوڙھا پيش امام صاحب ماڻھن جي جُھرمٽ ۾ محراب ۾ تشريف فرما ھئا. ٿوري دير کان پوءِ ھڪ صاحب تشريف کڻي آيا امام صاحب سميت سيني اُتي بيھي اُنھن جو استقبال ڪيو، اھو شخص بہ اُنھي حلقي ۾ ويھي رھيو. اذان ٿي ۽ ظھر نماز کان پوءِ ماڻھو واپس ھليا ويا، پيش امام صاحب کي اڪيلو ڏسي (اڳوڻو) حافظ صاحب اڳيان وڌيو ۽ سلام و دست بوسي کان پوءِ روئيندي معاملو عرض ڪندي دعا جي التجا ڪيائين، پيشِ امام صاحب جي دعا ڪئي تہ سڄو قرآن ڪريم وري حِفظ ٿي ويو، امام صاحب پڇيو تو کي منھنجو پتو ڪنھن ٻڌايو؟ عرض ڪيائين: حضرت سيِّدُنا حسن بصري عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللّٰهِ القوي، فرمائڻ لڳا! چڱو! انھن منھنجو راز ظاھر ڪيو آھي، ھاڻي آئون بہ انھن جو راز کوليان ٿو، ٻُڌ! ظھر کان

پهرين جنهن صاحب جي آمد تي اُٿي ڪري سيني تعظيم ڪئي هئي اُهي حضرت سيِّدُنا حسن بصري عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ القوي هئا! اُهي پنهنجي ڪرامت سان بصري شريف کان هتي مِنيٰ شريف جي مَسجِدُ الخَيف ۾ تشريف آڻي ڪري روزانو ظهر جي نماز ادا فرمائيندا آهن. (ماخوذا تذكرة الاولياء ج 1 ص 40) **الله** عَزَّوَجَلَّ **جي انهن تي رحمت هجي ۽ انهن جي صدقي اسان جي بي حساب بخشش ٿئي.**

اٰمين بجاه النَّبيّ الامين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

آخری عمر ہے کیا رونقِ دُنیا دیکھوں
اب تو بس ایک ہی دُھن ہے کہ مدینہ دیکھوں

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## حافظي جي تباهي جو هڪ سبب

اي ديدارِ مدينه جا آرزو مند عاشقان رسول! ڏٺو اوهان! اَمرد جي طرف ”گندي لذت“ سان ڏسڻ جي سبب حافظو به تباهه ٿي سگهي ٿو. اڄ ڪلهه يادداشت جي ڪمي جي شڪايت عام آهي. حافظ سڳورن جو به هڪ تعداد حافظي جي ڪمزوري جي آفت ۾ مبتلا آهي ۽ ڪيترن ڪي ته قرآن پاڪ ئي وساريو وڃي ٿو. (قرآن شريف يا فلاڻي آيت ”پلجي ويس“ چوڻ جي بجاءِ ”وساري وئي آهي“ چوڻ مناسب آهي) بدنگاهي ۽ T.V وغيره تي فلمون ڊراما ڏسڻ گناهه، حرام ۽ دوزخ ۾ وني وڃڻ وارو ڪم آهي ۽ ان سان حافظو به ڪمزور ٿي وڃي ٿو. حافظي ڪمزور ٿيڻ جا ٻيا

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم : جنهن مون تي جمعہ جي ڏينهن ٻہ سؤ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو ان جا ٻہ سؤ سالن جا گناھ معاف ڪيا ويندا.

ٻہ ڪيترائي سبب آهن. تنهنڪري خبردار! ڪنهن حافظ صاحب جي منزل ڪمزور هئڻ جي صورت ۾ صرف پنهنجي خيال سان اِهو ذهن ٺاهڻ تہ بدنگاهي جي سبب ائين ٿيو آهي، بدگماني آهي ۽ مسلمان تي بدگماني ڪرڻ حرام ۽ دوزخ ۾ وٺي وڃڻ وارو ڪم آهي.

## ٻن اَمرد پسند مؤذنن جي بربادي

اي ايمان جي حفاظت لاءِ تڙپڻ وارا مديني جا ديوانو! بدفعلي جي نوبت نہ بہ اچي تڏهن بہ بدنگاهي سان، ۽ اَمرد ۾ دلچسپي رکڻ ۽ دوستي رکڻ سان ايمان برباد ٿي وڃڻ جو بہ انديشو آهي. هڪ دل ڏڪائڻ واري حڪايت پڙهو ۽ خوفِ خدا کان لرزو: جيئن تہ حضرت سيِّدُنا عبدالله بن احمد مؤذن رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمائن ٿا: آئون ڪعبي جو طواف ڪري رهيو هُيس تہ هڪ شخص تي نظر پئي جيڪو ڪعبي جي غلاف سان چنبڙي هڪ ئي دعا هر هر ورجائي رهيو هو. "يا الله عَزَّوَجَلَّ مون کي دنيا مان مسلمان ئي رخصت ڪجان". مون هُن کان پڇيو: هن دعا کان علاوه ڪا ٻي دُعا ڇو نٿو گهرين؟ هُن چيو: منهنجا ٻہ ڀائر هئا، وڏو ڀاءُ چاليهہ سالن تائين مسجد ۾ بنا معاوضي جي اذان ڏيندو رهيو جڏهن اُن جي موت جو وقت آيو تہ هن قرآن پاڪ گُهريو، اسان ان کي ڏنو تہ جيئن قرآن پاڪ مان برڪتون حاصل ڪري، پر قرآن شريف هٿ ۾ وٺي ڪري هُو چوڻ لڳو: توهان سڀئي

گواهه ٿي وڃو ته آئون قرآن جي سيني اعتقادن ۽ احڪامن کان بيزار آهيان ۽ نصراني (يعني ڪرسچين) مذهب اختيار ڪريان ٿو. پوءِ هُو مري ويو. اُنهي کان پوءِ ٻئي ياءُ 30 سالن تائين مسجد ۾ فِي سبيل الله اذان ڏني پر هن به آخري وقت نصراني (يعني ڪرسچين) هئڻ جو اعتراف ڪيو ۽ مري ويو. تنهنڪري آئون پنهنجي خاتمي جي باري ۾ تمام گهڻو فڪرمند آهيان ۽ هر وقت خاتمو بالخير جي دعا گهرندو رهان ٿو. حضرت سيِّدُنا عبدالله بن احمد مُؤذِّن رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جن اُن کان حقيقت معلوم ڪئي ته آخر تنهنجا ٻئي ياٺر اهڙو ڪهڙو گناهه ڪندا هئا؟ هن ٻڌايو: ”اُهي غير عورتن ۾ دلچسپي وٺندا هئا ۽ اَمردن (يعني بنا ڏاڙهي وارن ڇوڪرن) کي (شهوت) سان ڏسندا هئا“. (الروض الفائق ص 17)

عطّار ہے ایماں کی حفاظت کا سوالی
خالی نہیں جائیگا یہ دربارِ نبی سے (وسائلِ بخشش ص ۲۰۳)

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

# ڇهري جو گوشت ڇٽي ويو

هڪ بزرگ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه کي مرڻ کان پوءِ خواب ۾ ڏسي ڪري ڪنهن پڇيو: مَا فَعَلَ اللهُ بِکَ؟ يعني الله عَزَّوَجَلَّ اوهان سان ڪهڙو معاملو ڪيو؟ چوڻ لڳو: مون کي بارگاهِ خداوندي عَزَّوَجَلَّ ۾ پيش ڪيو ويو ۽ منهنجا گناهه ڳڻائڻ شروع ڪيا ويا، آئون اِقرار ڪندو ويس ۽ اُهي معاف ٿيندا ويا، پر هڪ گناهه تي شرم

وچان آئون چُپ ٿي ويس ۽ ڏسندي ئي ڏسندي منهنجي چهري جي گل ۽ گوشت سڀ ڪجهه ڇڻي ويو. خواب ڏسڻ واري پڇيو: آخر اُهو گناهه ڪهڙو هو؟ فرمايائون: ”افسوس هڪ ڀيري مون هڪ اَمرد (يعني بغير ڏاڙهي واري ڇوڪري) ڪي شهوت ڀري نگاهه سان ڏٺو هو“. (ڪيمياءِ سعادت ج 2 ص 1006)

## شهوت سان لباس ڏسڻ به حرام

اي خوفِ خدا ۽ عشقِ مصطفيٰ رکڻ وارا اسلامي ڀائرو! لرزي وڃو! جو جڏهن اَمرد کي شهوت سان ڏسڻ جو ايتري قدر خوفناڪ انجام آهي! ته خبر ناهي بدفعلي جو عَذاب ڪيتري قدر سخت هوندو. دعوتِ اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينه جي شايع ٿيل 1197 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”بهارِ شريعت“ (جلد 3) صفحي 442 تي آهي: ڇوڪرو جڏهن مُراهِق (يعني بالغ ٿيڻ جي ويجهو) ٿي وڃي ۽ هو خوبصورت نه هُجي ته نظر جي باري ۾ اُنهي جو اُهو ئي حڪم آهي جيڪو مرد جو آهي ۽ خوبصورت هجي ته عورت جو جيڪو حڪم آهي اُهو اُنهي لاءِ آهي يعني شهوت سان گڏ اُنهي ڏانهن نظر ڪرڻ حرام آهي ۽ شهوت نه هجي ته اُنهي ڏانهن نظر به ڪري سگهجي ٿي ۽ ان سان اڪيلائپ به جائز آهي. شهوت نه هجڻ جو اِهو مطلب آهي ته ان کي يقين هجي ته نظر ڪرڻ سان شهوت نه ٿيندي ۽ جيڪڏهن ان جو شڪ به هجي ته هرگز نظر نه ڪري، چُمي (ڏيڻ)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم : جنھن مون تي درود پڙهڻ وساري ڇڏيو اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو.

جي خواهش پيدا ٿيڻ بہ شهوت جي حد ۾ داخل آهي. (ردالمحتار ج 9 ص 602) ياد رهي! اَمرد جي صرف چهري ئي کي شهوت سان ڏسڻ گناھ ناهي، پر نظرون هيٺ هجڻ جي باوجود اَمرد جي سيني، يا هٿ يا پير وغيره بلڪ صرف لباس ئي تي نظر پئجي رهي هجي ۽ ”گندي لذت“ اچي رهي هجي تہ انهن عضون يا لباس کي ڏسڻ بہ گناھ، حرام ۽ جهنم ۾ وٺي وڃڻ وارو ڪم آهي. جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪري جي طرف هر هر ڏسڻ لاءِ دل چاهي ۽ گندي لذت جي سبب اُتان ڪان هٽڻ لاءِ دل نہ ڪندي هجي، جيڪڏهن ائين آهي تہ اُتان فوراً هٽي وڃي. جيڪڏهن مَعَاذَاللّٰه شهوت جي باوجود انهي کي ڏٺو يا اُتي موجود رهيو تہ گنهگار ۽ جهنم جو حقدار آهي.

## خطرناڪ نانگ جي ضرب

هڪ بُزرگ رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه کي انتقال کان پوءِ خواب ۾ ڏٺو ويو تہ انهن جو اڌ چهرو ڪارو آهي. پڇا ڪرڻ تي ٻڌايائون تہ جنت ۾ ويندي دوزخ تان جيئن ئي گذريس هڪ خطرناڪ نانگ ظاهر ٿيو ۽ اُنهي منهنجي چهري تي هڪ زوردار ضرب هڻندي چيو: تو فلاڻي ڏينهن هڪ اَمرد کي شهوت سان ڏٺو هو هي انهي بدنگاهي جي سزا آهي جيڪڏهن تون وڌيڪ ڏسين ها تہ آئون وڌيڪ سزا ڏيان ها. (تذڪرة الاولياءُ، حصو اول ص 64)

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم : جنهن مون تي هڪ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي ڏهه رحمتون موڪليندو آهي .

# شهوت پرستي جا مختلف انداز

اي قيامت جي ڏينهن مڪي مدني آقا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مسڪرائيندڙ، نور وسائيندڙ حسين صورت ڏسڻ جي خواهش رکڻ وارا عاشقانِ رسول! غور ته ڪريو! جڏهن شهوت جي نظر سان ڏسڻ جو نتيجو ايتري قدر ڀوائتو آهي ته پوءِ شهوت سان اَمرد جي مسڪراهٽ مان لطف اندوز ٿيڻ، بلڪ پاڻ ان جي سامهون ”گندي لذت“ سان گڏ انهي لاءِ مسڪرائڻ ته جيئن هو به مسڪرائي اهو ڪيتري قدر تباهه ڪُن هوندو! ۽ اَمرد سان گڏ هِيٺ ڪم به شهوت سان ڪرڻ حرام آهن: ان سان دوستي ۽ کِل مذاق ڪرڻ، ان کي ڇيڙي ڪري، ڪاوڙ ڏياري ڪري ان جي اِضطِراب (يعني بي چيني) مان ”گندو مزو“ وٺڻ، هن کي اڳيان يا پويان اسڪوٽر تي ويهارڻ، هن سان ليٽڻ، هن سان هٿ ملائڻ، ڳلي ملڻ، انهي سان پنهنجو جسم ٽڪرائڻ، انهي کان پنهنجو مٿو پير يا چيلهه وغيره دٻرائڻ (زور ڏيارائڻ)، بيماري وغيره ۾ اُٿندي ويهندي يا هلندي اُنهي جي هٿ جو سهارو وٺڻ، انهي کي بيماري ۾ خدمت لاءِ رکڻ، انهي کي پاڻ وٽ نوڪر رکڻ، مذاق ۾ انهي کي پڪڙي ڪري ڪيرائڻ، انهي جو هٿ پڪڙي ڪري يا اُنهي جي ڪُلهي تي هٿ رکي ڪري هلڻ، اجتماع وغيره ۾ ان جي ويجهو ويهڻ، ان سان گڏ ويهي ڪري ان جي ران تي پنهنجو گوڏو رکڻ يا اُن جو گوڏو پنهنجي ران تي رکي ڇڏڻ،

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالیٰ علیه وآله وسلم : جنهن مون تي ڏهه ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي .

مَعَاذَاللهُ مسجد جي اندر جماعت سان نماز ۾ انهي سان ڪلهو ملائي ڪري بيهڻ، وغيره وغيره. **مسئلو:** جماعت ۾ انهي طرح ملي ڪري بيهڻ واجب آهي جو ڪلهي سان ڪلهو لڳي رهيو هجي يعني هڪ جو ڪلهو ٻئي جي ڪلهي سان خوب مليل هجي البت پاسي ۾ اَمرد بيٺو هجي ۽ ڪلهو ملائي بيهڻ سان شهوت ايندي هجي تہ اُتان ڪان هٽي وڃي نہ تہ گنهگار ٿيندو.

## چمي ڏيڻ جو عذاب

منقول آهي: ”جيڪو ڪنهن ڇوڪري کي (شهوت سان) چُمي ڏيندو اهو پنج سو سال دوزخ جي باهه ۾ ساڙيو ويندو“.
(مڪاشفة القلوب ص 76)

اي باهه جي عذاب جي سَهَپ نہ رکڻ وارا ڪمزور ٻانهؤ! جيڪڏهن ڪڏهن ”اَمرد“ جي تعلق سان بدنگاهي يا چُميون ڏيڻ وغيره ڪنهن طرح جو بہ گناهه ڪري وينا آهيو تہ خدا عَزَّوَجَلَّ جي خوف کان ڏکي پئو ۽ گهٻرائي ڪري الله عَزَّوَجَلَّ جي بارگاهه ۾ رُجوع ڪري وٺو، سچي پڪي توبهہ ڪري انهي طرح جي بلڪ هر طرح جي گناهن کان آئنده بچڻ جو پڪو عهد ڪري وٺو. خبردار! اَمرد جي دوستي کي ڇڏي ڏيڻ جي تلقين ڪرڻ واري خيرخواهہ تي ناراض نہ ٿيو شيطان جي ورغلائڻ سبب ڪاوڙ ۾ اچي غصو ڪري، ناصِح (يعني نصيحت ڪرڻ واري) کي دليلن ۾ ڦاسائي ڪري، انهي تي پنهنجي پارسائي (پرهيزگاري) جو ڌاڪو ويهاري ڪري تي سگهي ٿو تہ ڪجهہ ڏينهن جي

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم :جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاھ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس .

زندگي ۾ توهان رسوائي کان بچي به وڃو، پر ياد رکو! ربِّ **ذوالجلال** عَزَّوَجَلَّ دلين جي حال کان باخبر آهي.

چُھپ کے لوگوں سے کئے جس کے گناہ
وہ خبردار ہے کیا ہونا ہے (حدائقِ بخشش شریف)

## بدنگاهي سان شڪل بگڙي سگهي ٿي

سرڪارِ مدينہ، قرارِ قلب و سينہ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: ”توهان يا تہ پنهنجون نظرون هيٺ جهڪائي رکندا ۽ پنهنجي شرمگاهن جي حفاظت ڪندا يا وري **الله** عَزَّوَجَلَّ توهان جو شڪليون بگاڙي ڇڏيندو“. (المعجم الكبير للطبراني ج 8 ص 208 حديث 7840)

## قبر ۾ ڪِيڙا سپ کان ڀرين تنهنجي اک کائيندا

عورتن ۽ اَمردن وغيره سان بدنگاهي ڪرڻ وارؤ خبردار! دعوتِ اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينہ جي شايع ٿيل 54 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”نصیحتوں کے مدنی پھول“ صفحي 44 تي آهي: (الله عَزَّوَجَلَّ فرمائي ٿو تہ اي ابن آدم!) منهنجي حرام ڪيل شين ڏانهن نہ ڏِس (قبر ۾) ڪِيڙا سپ کان ڀرين تنهنجي اک کائيندا. ياد رک! حرام تي نظر ۽ انهي جي محبت تي تنهنجو محاسبو (يعني پڇاڻو) ڪيو ويندو، ۽ سڀاڻي قيامت جي ڏينهن منهنجي بارگاھ ۾ حاضري کي ياد رک! چاڪاڻ تہ آئون لمحي ڀر جي لاءِ بہ تنهنجي رازن کان غافل نٿو ٿيان بيشڪ آئون دلين جي ڳالھ ڄاڻان ٿو.

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جيڪو مون تي ھڪ ڀيرو درود پڙھندو آھي الله تعاليٰ ان جي لاءِ ھڪ قيراط اجر لکندو آھي ۽ ھڪ قيراط احد پھاڙ جيڏو آھي .

# نظر جي حفاظت ڪرڻ واري جي لاءِ دوزخ کان امان آھي

جيڪو اَمردن ۽ غير عورتن وغيره جي موجودگي ۾ اکيون جُھڪائيندو، پنھنجي گندي خواھش دٻائيندو ۽ انھن کي ڏسڻ کان پاڻ کي بچائيندو آھي اُھو لک مبارڪن جي لائق آھي جيئن تہ "نصیحتوں کے مدنی پھول" صفحي 30 تي آھي (الله عَزَّوَجَلَّ فرمائي ٿو) جنھن منھنجي حرام ڪيل شين کان پنھنجين اکين کي جُھڪائي ورتو (يعني اُنھن کي ڏسڻ کان بچيو) آئون انھي کي جھنم کان اَمان (يعني پناھ) عطا ڪري ڇڏيندس.

## ابليس جو زھريلو تير

الله عَزَّوَجَلَّ جي محبوب، داناءِ غُيُوب، مُنَزَّه عَنِ الْعُيُوب صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو فرمانِ حلاوت نشان آھي تہ حديثِ قُدسي (يعني فرمانِ خداءِ رحمٰن عَزَّوَجَلَّ) آھي: نظر ابليس جي تيرن مان ھڪ زھر ۾ ٻڏل تير آھي بس جيڪو شخص منھنجي خوف کان ان کي ڇڏي ڏي تہ آئون ان کي اھڙو ايمان عطا ڪندس جنھن جي حَلاوَت (يعني مِٺاس) اھو پنھنجي دل ۾ محسوس ڪندو.

(المعجم الكبير للطبراني ج 10 ص 173 حديث 10362)

## اَمرد سان گڏ اڪيلائي ستن درندن کان بہ وڌيڪ خطرناڪ

ھڪ تابعي بزرگ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه فرمائن ٿا: "آئون نوجوان سالِڪ (يعني عبادت گذار نوجوان) سان گڏ بغير ڏاڙھي واري

**فرمانِ مصطفيٰ** صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم: **جنهن مون تي ڏهہ ڀيرا صبح ۽ ڏهہ ڀيرا شام درود پاڪ پڙهيو تہ ان کي قيامت جي ڏينهن منهنجي شفاعت ملندي.**

ڇوڪري جي ويهڻ کي ستن درندن کان بہ وڌيڪ خطرناڪ سمجهان ٿو“. وڌيڪ فرمائن ٿا: ”ڪو شخص هڪ گهر ۾ ڪنهن اَمرد سان گڏ اڪيلو رات نہ گذاري“ امام ابنِ حَجَر مکي شافعي عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ القوي فرمائن ٿا: ڪجهہ علماءِ ڪرام رَحِمَهُمُ اللهُ السَّلام اَمرد کي عورت تي خيال ڪندي گهر، دوڪان يا حمام ۾ انهي سان گڏ خَلوَت (يعني تنهائي) کي حرام قرار ڏنو آهي ڇاڪاڻ تہ شَفِيعُ الْمُذْنِبِيْن، اَنِيسُ الْغَرِيبِين صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمانِ حقيقت نشان آهي: ”جيڪو شخص ڪنهن عورت (اَجْنَبِيَّہ) سان گڏ اڪيلو هوندو آهي تہ اتي ٽيو شيطان هوندو آهي.“

(ترمذي ج 4 ص 67 حديث 2172)

## اَمرد عورت کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهي

حضرت سيِّدُنا امام اِبن حَجَر مکي شافعي عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ القوي لکن ٿا: جيڪو اَمرد عورتن کان وڌيڪ خوبصورت هوندو آهي انهي ۾ فِتنو بہ وڌيڪ هوندو آهي، انهي لاءِ جو انهي سان عورتن جي نسبت برائي جو وڌيڪ اِمڪان هوندو آهي تنهن ڪري انهي سان اڪيلائي اختيار ڪرڻ بدرجهءِ اوليٰ حرام آهي. (مُلخص از الزواجر عن اِقتِراف الکبائر ج 2 ص 10) اَحناف جي ويجهو شهوت نہ هجي تہ اَمرد سان گڏ اڪيلائي حرام ناهي. تنهن هوندي بہ ڪجهہ شوافعِ جي مطابق اَمرد سان تنهائي، مُطلَقاً (يعني بلڪل، قطعي) حرام هجڻ اسان کي احتياط جو درس ڏي ٿو.

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم: جيڪو مون تي ھڪ ڀيرو درود پڙھندو آھي اللّٰه تعاليٰ ان جي لاءِ ھڪ قيراط اجر لکندو آھي ۽ ھڪ قيراط احد پھاڙ جيڏو آھي .

# اَمرد سان گڏ 17 شيطان

حضرت سيِّدُنا سُفيان ثَوري عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ القوي ھڪ حمام ۾ داخل ٿيا، پاڻ رَحۡمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيۡه وٽ اَمرد يعني ھڪ بي ريش ڇوڪرو آيو تہ ارشاد فرمايائون: ھِن کي مون کان پري ڪري ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ آئون ھر عورت سان گڏ ھڪ شيطان جڏھن تہ ھر اَمَرد سان گڏ 17 شيطان ڏسندو آھيان. (ايضاً)

# اَمرد"باھ"آھي

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! اللّٰه غفّار اسان کي عذابِ نار کان محفوظ فرمائي ۽ اَمرد جي گناھن ڀريئي قُرب کان سڄي زندگي بچائي رکي. آمِين بِجاهِ النَّبيِّ الاَمين صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بس پڪو ذھن بڻايو تہ بدنگاھي جي آفت ۽ اَمرد جي ويجھڙائپ جي مصيبت کان ھر حال ۾ اِن شاءَاللّٰه عَزَّوَجَلَّ پنھنجي حفاظت ڪنداسين. دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينہ جي شايع ٿيل 496 صفحن تي مشتمل ڪتاب "غيبت جون تباھ ڪاريون" صفحي 318 تي آھي: خبردار! اَمرد تہ باھ آھي باھ! اَمرد جو قرب، انھي جي دوستي، انھي سان گڏ مذاق مسخري، پاڻ ۾ ملھ وڙھڻ، ڇِڪ ڇِڪاڻ ۽ ڀاڪر پائڻ دوزخ ۾ ڌڪي سگھي ٿي. اَمرد کان پري رھڻ ۾ ئي عافيت آھي اگرچہ اُن ويچاري جو ڪو قصور ڪونھي، اَمرد ھجڻ جي سبب ان جي دل آزاري بہ نہ ڪريو، پر انھيءَ کان پنھنجو پاڻ کي بچائڻ بيحد ضروري آھي. ھرگز اَمرد

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جڏھن توھان مرسلين (عليھم السلام) تي درود شريف پڙھو تہ مون تي بہ پڙھو بيشڪ آءٌ سيني جھانن جي ربّ جو رسول آھيان.

ڪي پنھنجي پويان اسڪوٽر تي نہ ويھاريو، پاڻ بہ اُن جي پويان نہ ويھو جو باھہ اڳيان ھجي يا پويان اُن جي تَپش ھر صورت ۾ پھچندي شھوت نہ ھجي تڏھن بہ اَمرد سان ڳلي ملڻ محلِ فِتنہ (يعني فتني جي جڳھہ) آھي، ۽ شھوت ھجڻ جي صورت ۾ ڳلي ملڻ بلڪ ھٿ ملائڻ (حرام) بلڪ فقھاءِ ڪرام رَحِمَهُمُ اللّٰهُ السَّلَام فرمائن ٿا: اَمرد ڏانھن شھوت سان ڏسڻ بہ حرام آھي. (درمختار ج 2 ص 98، تفسيراتِ احمديہ ص 559) اُن جي بدن جي ھر حصي ايستائين جو لباس کان بہ نگاھن کي بچايو. ان جي تصور سان جيڪڏھن شھوت ايندي ھجي تہ ان کان بہ بچو، انھي جي تحرير يا ڪنھن شي سان شھوت پڙڪندي ھجي تہ انھي سان نسبت رکڻ واري ھر شيءِ کان نظر جي حفاظت ڪريو، ايستائين جو ان جي گھر کي بہ نہ ڏسو. جيڪڏھن ھن جي پيءُ يا وڏي ڀاءُ وغيره کي ڏسڻ سان ھن جو تصور قائم ٿئي ٿو ۽ شھوت چڙھي ٿي تہ انھن ڏانھن بہ نہ ڏسو.

## اَمرد سان گڏ 70 شيطان

اَمرد جي ذريعي ڪيا ويندڙ شيطان عيار و مڪار (يعني چالاڪ ۽ ڏوڪي باز) جي تباھہ ڪندڙ حملن کان خبردار ڪندي منھنجا آقا اعليٰ حضرت رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمائن ٿا تہ منقول آھي: عورت سان گڏ بہ شيطان ھوندا آھن ۽ اَمرد سان گڏ ستر.

(فتاويٰ رضويہ ج 23 ص 721)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم : توھان جتي بہ ھجو مون تي درود پڙھو توھان جو درود مون وٽ پھچندو آھي .

## اَمرد پاڙيجي کي گڏ وٺي ڪري نہ نِڪرو!

ھڪ شخص ڪروڙين حَنبلين جي عظيم پيشوا حضرت سيِّدُنا امام احمد بن حنبل رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. انھي سان گڏ ھڪ خوبصورت ڇوڪرو ھو. پاڻ رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جن انھي کان معلوم فرمايو: تو سان گڏ ھِي ڪير آھي؟ عرض ڪيائين: ”ھِي منھنجو پاڙيجو آھي“. فرمايائون: آئنده ھن کي وٺي ڪري مون وٽ نہ اچجان ۽ ان کي گڏ وٺي ڪري رستي ۾ نہ نڪرندو ڪر تہ جيئن ھن کي ۽ توکي نہ سڃاڻڻ وارا بدگماني نہ ڪن. (الزواجر ج 2 ص 12)

## پرھيزگار بہ ڦاسي وڃن ٿا

ھڪ بزرگ رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ کي ھڪ دفعي شيطان چيو: دنيا جي مال جي محبت کان تہ بچڻ ۾ اوھان جھڙا ماڻھو ڪامياب ٿي وڃن ٿا، پر مون وٽ اَمرد جي ڪَشش جو اھڙو ڄار آھي جو انھيءَ ۾ وڏن وڏن پرھيزگارن کي ڦاسائي وٺندو آھيان.

## اَمرد جي فِتني کان بچو

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! اَمرد يعني بغير ڏاڙھي وارو ڇوڪرو مرد جي لاءِ عام طور تي پُرڪَشش ھوندو آھي. اُنھي ۾ بذاتِ خُود اَمرَد بي قصور آھي ۽ اِنھي حوالي سان ان جي دل آزاري گناھ آھي، بس مرد کي گھرجي تہ اُھو انھي کان مُحتاط رھي. بُزرگانِ دين رَحِمَھُمُ اللہُ الْمُبِیْن اَمرَد کان پري رھڻ جي سخت تاڪيد

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ ھي توھان جي لاءِ طھارت (يعني پاڪائي) آھي.

فرمائي آھي. جيئن تہ دعوتِ اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينہ جي شايع ٿيل 1012 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”جہنم میں لے جانے والے اعمال“ (جلد 2) صفحي 31 کان 32 تي آھي: اِنھي ڪري ئي صالحين رَحِمَهُمُ اللهُ المُبِين اَمردن (يعني بغير ڏاڙھي واري ڇوڪرن) کي (بِنا شھوت بہ) ڏسڻ، انھن سان خلط مَلط (يعني گڏ وِچ ٿيڻ) ٿيڻ ۾ (شھوت نہ ايندي ھجي تڏھن بہ) انھن سان گڏ ويھڻ کان بچڻ جي باري ۾ مبالغو فرمايو. (يعني بچڻ جي تمام گھڻي تاڪيد فرمائي)

## شھوت جا اُھڃاڻ

ڇوڪرو ڏسي ڪري ڇِمٽائي وٺڻ يا چُمي ڏيڻ لاءِ دل چاھڻ، اِھي شھوت جون علامتون آھن. ھا تمام ننڍڙي ڇوڪري کي بغير شھوت جي چُمي ڏيڻ ۾ حرج ناھي.

## ”ربّ! منھنجي توبھ“ جي ٻارھن اکرن جي نسبت سان اسلامي ڀائرن جي لاءِ شھوت کان بچڻ جا 12 مدني گل

﴾1﴿ ڏاڙھي وارو ھجي يا بِنا ڏاڙھي بلڪ جانور کي ڏسي ڪري بہ شھوت ايندي ھجي تہ انھي ڏانھن ڏسڻ حرام آھي. ﴾2﴿ چوپاين، جانورن ۽ پکين جي شرمگاھن ۽ انھن جي جُفتين يعني ”ميلاپن“ بلڪ پکين ۽ ڪِيڙن ماڪوڙن جي ”مِلڻ“ جا منظر بہ گندي لذت سان ڏسڻ ناجائز ۽ گناھ آھي، اھڙن موقعن تي فوراً نظر ھٽائي وٺي بلڪ جيئن ئي اِنھي جا ”آثار“ محسوس ٿين فوراً اُتان کان ھٽي وڃي ﴾3﴿ جيڪي ماڻھو

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم : جنهن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو تہ جيستائين منهنجو نالو اُن ڪتاب ۾ لکيل رهندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا ـ

چوپايا يا پکي ۽ ڪڪڙيون وِڪڻندا يا پاليندا آهن انهن کي اِن حوالي سان تمام گهڻو محتاط رهڻ جي ضرورت آهي ﴿4﴾ جيڪڏهن شهوت ايندي هجي تہ نماز ۾ صف جي اندر اَمرَد جي پاسي ۾ نہ بيهو ﴿5﴾ درس ۽ اجتماع وغيره ۾ بہ اَمرَد جي ويجهو نہ ويهو ﴿6﴾ اجتماع يا نماز جي صف ۾ اَمرَد ويجهو اچي وڃي ۽ اجا اوهان نماز نہ شروع ڪئي هجي ۽ شهوت جو انديشو (خوف) هجي تہ انهي کي نہ هٽايو، بلڪ اوهان پاڻ اُتان هٽي وڃو ﴿7﴾ اَمرد کي ڏسڻ سان جنهن کي شهوت ايندي هجي انهي کي اَمرَد کان نظر جي حفاظت واجب آهي ۽ اهڙي جڳهہ کان بچڻ گهرجي جتي اَمرَد هجن ﴿8﴾ سائيڪل تي اڳيان يا پويان ڪنهن غير اَمرد کي بہ اهڙي طرح ويهارڻ جو انهي جي ران وغيره سان گوڏو ٽڪرائي مناسب ناهي ﴿9﴾ شهوت جي باوجود ڪنهن ٻئي کي اڳيان پويان اسڪوٽر يا سائيڪل تي ويهارڻ حرام آهي ﴿10﴾ احتياط انهي ۾ آهي تہ ڊبل سواري جي دوران موٽي چادر وغيره اهڙي طرح وچ ۾ آڙ ڪري ڇڏجي جو ٻنهي جي جسم جو هر حصو هڪٻئي کان اهڙي طرح جدا رهي جو هڪ جي بدن جي گرمي ٻئي تائين نہ پهچي، انهي جي باوجود جيڪڏهن ڪنهن کي شهوت اچي تہ فوراً اسڪوٽر روڪي ڪري جُدا ٿي وڃي نہ تہ گنهگار ٿيندو ﴿11﴾ اسڪوٽر تي ٽن سُوارين جو چِپڪي ڪري ويهڻ سخت ناپسنديده فعل

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم : مون تي ڪثرت سان درود شريف پڙهو بيشڪ توهان جو مون تي درود شريف پڙهڻ توهان جي گناهن جي لاءِ مغفرت آهي.

آهي، ۽ حادثي جي خطري سبب پاڪستان ۾ قانوني طور بہ جُرم آهي ﴿12﴾ اهڙي ميڙ (هجوم) يا قطار ۾ ارادتاً شامل ٿيڻ کان بچو جنهن ۾ ماڻهو هڪ ٻئي جي پويان چِپڪن ٿا ۽ جيڪڏهن شهوت ايندي هجي تہ حرام آهي. ياد رکو! پنهنجو پاڻ کي جيڪو شيطان کان محفوظ سمجهي، بس سمجهو اُنهي تي شيطان ڪامياب ٿي چڪو.

## هُجُوم ۾ ڪنهن کي بہ گُهسڻ نہ گهرجي!

هُجُوم يا قطار وغيره ۾ جڏهن پويان کان ڌِڪا لڳي رهيا هجن تہ اَمرد کي فوراً اُتان کان نڪري وڃڻ مناسب آهي بلڪ جتي ڪُلهي گسَ ۽ ڌِڪ ڌِڪان ٿي رهي هجي اُتي اَمرد کي گُهسڻ ئي نہ گهرجي جو ڪٿي ان جي ڪري ڪو شخص ”گنهگار“ نہ ٿي وڃي. جڏهن بہ ڪا شي ورهائجي رهي هجي يا ڪنهن کي ڏسڻ يا اُنهي سان مِلڻ جي لاءِ هُجُوم هجي اهڙن موقعن تي ڌِڪ ڌِڪان کان اَمرد ۽ غير اَمرد سيني کي بچڻ گهرجي. هر هڪ ڄاڻي ٿو تہ ڪعبۃُ الله شريف جي اندر داخل ٿيڻ تمام وڏي سعادت آهي پر اهڙي موقعي تي بہ ماڻهن جي هُجُوم ۾ گُهسڻ کان بچڻ جي تاڪيد ڪندي صدرُ الشَّريعہ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمائن ٿا: ”زبردست (يعني طاقتور) مَرد (ڪعبۃ الله شريف ۾ داخل ٿيڻ وقت دبڻ، چپجڻ کان) پاڻ بچي بہ ويو تہ ٻين کي ڌِڪا ڏيئي ڪري ايذاءُ ڏيندو ۽ اِهو جائز ناهي“. (بهار شريعت ج 1 ص 1150)

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.

طواف ۾ حَجرِ اَسود کي چُمڻ سرڪار مدينہ صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کان ثابت آهي پر اُنهي جي لاءِ هجوم ۾ گُهسڻ کان منع ڪندي اعليٰ حضرت رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ فرمائن ٿا: انهي جي لاءِ ”نہ ٻين کي ايذاءُ ڏيو نہ پاڻ دٻجو ڪُچلجو“ بلڪ .....هٽن سان اُنهي جي طرف اشارو ڪري انهن کي چُمي ڏيئي وٺو. الخ. (فتاويٰ رضويہ ج 10 ص 739) بحرحال هجوم ۾ گُهسَڻ کان بچڻ گهرجي جو ڪٿي اسان جي ڪري ڪنهن کي ايذاءُ نہ پهچي. مون ڪيترن ئي سمجهدار اسلامي ڀائرن کي ڏٺو آهي تہ هجوم جي موقعي تي پري بيٺا رهندا آهن، هر هڪ کي ائين ئي ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪڏهن هجوم ۾ ڦاسي وڃو تہ ان کان ڀِرين جو ڌِڪ ڏڪان شروع ٿئي ٻاهر نڪرڻ جي ترڪيب ڪرڻ گهرجي پر نِڪرندي بہ ڪنهن کي ايذاءُ نہ ٿئي اِن جو خيال رکيو وڃي.

## اِمامِ اعظم جو اَمرد جي باري ۾ طرزِ عمل

حضرت سيِّدُنا امام محمد عَلَیْہِ رَحْمَۃُ اللّٰہِ الصَّمَد جڏهن بارگاهِ سيِّدُنا امامِ اعظم ابو حنيفہ رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ ۾ پڙهڻ جي لاءِ حاضر ٿيا تہ بي رِيش ۽ خوبصورت اَمرَد هئا، سيِّدُنا امامِ اعظم ابو حنيفہ رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ انهن کي حڪم ڏنو تہ پهريان قرآن ڪريم حِفظ ڪري وٺو، اُهي هڪ هفتي کان پوءِ وري علمِ دين حاصل ڪرڻ لاءِ حاضر ٿي ويا، فرمايائون: مون چيو هو حِفظ ڪري وٺو پر اوهان وري اچي ويا، عرض ڪيائون: حضور! ارشاد جي

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلَّم : جنهن مون تي جمعہ جي ڏينهن ٻہ سؤ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو ان جا ٻہ سؤ سالن جا گناھ معاف ڪيا ويندا.

پيروي ڪندي حفظ ڪري ئي حاضر ٿيو آهيان. هڪ هفتي ۾ قرآنِ ڪريم حِفظ ڪري ونڻ جو ٻُڌي ڪري امامِ اعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الاکرم سندن جي ذهانت ۽ قوتِ حافظي کان بيحد متاثر ٿيا پر انهن جي ڪَشِش ۾ ڪمي آڻڻ جي اِرادي سان انهن جي والد سڳوري کي فرمايائون: انهن جو مٿو ڪُوڙائي ڇڏيو ۽ انهن کي پراڻا ڪپڙا پهرايو، اهي مٿو ڪُوڙائي ڪري حاضر ٿيا تڏهن بہ خوفِ خدا جي سبب سيِّدُنا امامِ اعظم ابوحنيفہ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه انهن کي پنهنجي سامهون نہ بلڪ پنهنجي پُٺ يا ٿنڀ جي پويان ويهاري ڪري پڙهائيندا هئا تہ جيئن اُنهن تي نظر نہ پوي. (مُلتقطا مِن المناقب للڪردري ج 2 ص 147، 155، ردالمُحتار ج 9 ص 603، شذارت الذهب لابن العماد ج 2 ص 17)

آنکھوں میں سرِ حشر نہ بھر جائے کہیں آگ
آنکھوں پہ مِرے بھائی لگا قفلِ مدینہ (وسائلِ بخشش ص۱۱۶)

## اَمرد جي سجاڻپ

هِن ايمان افروز حڪايت مان اُستادن سان گڏوگڏ اَمردن کي بہ درسِ عبرت حاصل ڪرڻ گهرجي. اَمَرد کي عام طور تي پنهنجي اَمَرد هجڻ جو احساس ناهي هوندو. جن جي ڏاڙهي نڪري ڪري جيستائين پوري چهري تي خوب ظاهر ۽ گهاٽي نٿي ٿي وڃي اُهي عام طور تي اَمَرد هوندا آهن، ڪجھ 22 سالن تائين اَمَرد رهندا آهن ۽ ڪجھ جي پوري چهري تي

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم : جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اھو مون تي درود شريف نہ پڙھي تہ ان جفا ڪئي.

گھاٽي ڏاڙھي نٿي اچي تہ اُھي 25 سال يا اُن کان بہ وڌيڪ عمر تائين اَمرَد رھن ٿا. اَمرَد کان علاوہ بہ جيڪڏھن ڪنهن مرد مثلاً اَمرَد جي وڏي ڀاءُ يا پيءُ بلڪ ڏاڏي کي ڏسي ڪري شهوت ايندي ھجي ۽ ”گندي لذّت“ سان گڏ بار بار اُن جي طرف نظر اُٿندي ھجي تہ ھاڻي اُھو ڏنو ويندڙ مَرد چاھي پوڙھو ھجي اُنھي کي شهوت سان گڏ ڏسڻ حرام آھي.

دیکھنا ہے تو مدینہ دیکھئے

قصرِ شاہی کا نظارہ کچھ نہیں

## اَمرد کي تحفو ڏيڻ ڪِيئن؟

دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينہ جي شايع ٿيل 397 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”پردي جي باري ۾ سوال جواب“ صفحي 330 تان ھڪ مفيد سوال جواب ملاحظہ ٿئي:

**سوال:** مَرد جو شهوت جي ڪري اَمرد سان دوستي رکڻ ۽ انھيءَ کي وڌيڪ مانوس ڪرڻ جي لاءِ تحفي ۽ دعوت جو سلسلو رکڻ ڪيئن آھي؟

**جواب:** اھڙي دوستي ناجائز ۽ حرام آھي بلڪ فقھاءِ ڪرام رحمھم الله السّلام فرمائن ٿا: ”اَمرد جي طرف شهوت سان ڏسڻ بہ حرام آھي.“ (در مُختار ج 2 ص 98، تفسيراتِ احمديہ ص 559) ۽ شهوت جي سبب اَمرد کي تحفو ڏيڻ يا انھي جي دعوت ڪرڻ بہ حرام ۽ جھنم ۾ وٺي وڃڻ وارو ڪم آھي.

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالى عليه واله وسلم : ان شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي وڃي جنھن وٽ منھنجو ذڪر ٿئي ۽ اھو مون تي درود شريف نہ پڙھي.

# ”مُحتاط ماڻھو سُکيو رھي ٿو“ جي 119 اکرن جي نسبت سان اَمرد جي لاءِ احتياط جا 19 مدني گُل

(پيش ڪيل احتياطن جي سبب بنا شرعي مصلحت جي والدين يا گھروارن جي ناراضگي نہ کٽو)

۞ ڇوڪري جي لاءِ عافيت اِنھي ۾ ئي آھي تہ پاڻ کان وڏي عمر واري کان پري رھي. تمام نازڪ دور آھي مَعَاذَالله اڄڪلھ ڪڏھن ”پيءُ ڌيءَ“، ننڍي ۽ وڏي سڳي ڀائرن جي پاڻ ۾ ”گندي معاملن“ جون ڏکائيندڙ خبرون بہ ٻڌيون وڃن ٿيون ۞ يقيناً ھر وڏو فرد ننڍي فرد جي حق ۾ ”بُرو“ ناھي ھوندو تنھن جي باوجود بہ اوھان ڪنھن ”وڏي“ سان دوستي رکي ڪري اُنھي کي ۽ پاڻ کي بربادي جي خطري ۾ نہ وجھو ۞ بالغ اَمرد بہ پاڻ ۾ بي تڪلف ٿي ڪري ھڪٻئي کي دٻوچڻ، کٽڻ، اڇلائڻ، ڳلي ۾ ھٿ وجھي ڪري چنيرائڻ وغيره وغيره حرڪتون ڪري شيطان جا رانديڪا نہ بڻجن. شھوت سان اَمرَد جو بہ اھڙيون حرڪتون ڪرڻ حرام آھي ۞ بِنا مصلحت شرعي پاڻ کان وڏن سان ”تمام گھڻي مِلنساري“ (يعني خوش اخلاقي) جو مظاھرو نہ فرمايو، نہ تہ ”آزمائش“ ۾ پئجي سگھو ٿا ۞ جيڪڏھن ڪنھن ”وڏي“ کي يلي اُھو استاد ئي ڇو نہ ھجي پاڻ ۾ غير ضروري دلچسپي وٺندي، بار بار تحفا ڏيندي، بي موقع تعريفون ڪندي ۽ ان ئي ضمن ۾ اوھان کي پنھنجو ”ننڍو ڀاءُ“

**فرمانِ مصطفيٰ** صلی اللہ تعالٰی علیہ والہٖ وسلم : **جنهن مون تي درود پڙهڻ وساري ڇڏيو اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو۔**

چوندي ڏسو ته خوب محتاط ٿي وڃو ۞ اَمرد کي (يعني 22 سالن کان ننڍي کي ۽ جيڪڏهن 25 سال يا ان کان وڌيڪ عُمر جي باوجود اَمرد سهڻو هجي ته اُن کي به) مدني قافلي ۾ سفر جي اجازت ناهي، جيڪڏهن ڪو وڏو اسلامي ڀاءُ پاڻ سان گڏ سفر ڪرڻ جي لاءِ اِصرار (يعني ضد) ڪري ۽ سفر جو خرچ به پيش ڪري ته ان کي مدني مرڪز جي حڪمِ ممانعت جي طرف توجهه ڏياريو، پوءِ به جيڪڏهن اصرار ڪري ته اُنهي "وڏي" کان خوب محتاط ٿي وڃو ۞ وڏن اسلامي ڀائرن کان بيشڪ الڳ الڳ رهو پر خواه مخواهه ڪنهن تي بدگماني ڪري غيبتن، تهمتن ۽ مدني ماحول کي خراب ڪرڻ وارين حرڪتن ۾ پئجي ڪري پنهنجي آخرت داءُ تي نه لڳايو ۞ عيد جي ڏينهن به ماڻهن سان ڳلي ملڻ کان بچو، پر ڪنهن کي چڙ نه ڏيو. حڪمت عملي سان ڪترائي ڪري اڳيان پويان ٿي وڃو اَمرَد به هڪبئي سان ڳلي نه ملن ۞ والدين ۽ نانا ڏاڏا وغيره خاندان جي بزرگن کان علاوه ڪنهن جو مٿو يا پير وغيره نه دٻايو، ۽ ڪنهن اسلامي ڀاءُ کي پنهنجو مٿو يا پير نه دٻائڻ ڏيو، نه هٿ چُمڻ ڏيو ۞ ڪو پرهيزگار، پيلي رشتيدار بلڪ استاد ئي ڇو نه هجي احتياط انهي ئي ۾ آهي جو هر وڏي سان بلڪ اَمرَد به اَمرَد سان گڏ تنهائي کان بچي. ها والد سڳي ڀاءُ وغيره سان گڏ ڪو مانع نه هجي ته اڪيلائي ۾ ڪو حرج ناهي ۞ مدرسي وغيره ۾

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ والہٖ وسلم : جنھن مون تي ھڪ ڀيرو درود پاڪ پڙھيو الله تعاليٰ ان تي ڏھ رحمتون موڪليندو آھي .

ڪيئي شخص جڏھن ھڪ ڪمري ۾ سُھمن تہ اَمرد ۽ غير اَمرد سيني ڪي گھرجي تہ پاجامي جي مٿان تھبند ٻڌي وٺن، نہ ھجي تہ ڪا چادر ويڙھي ڪري پردي ۾ پردو ڪري، ھر ٻن جي وچ ۾ مناسب فاصلو رکن ۽ ممڪن ھجي تہ وچ ۾ ڪو وھاڻو يا بيگ وغيره وڏي شيءِ آڙ ٻڌائي وٺو. گھر ۾ ٻلڪ اڪيلي ۾ بہ پردي ۾ پردو ڪري سمھڻ جي عادت ٻڻايو. مدني قافلي ۽ اجتماع وغيره ۾ بہ سُمھڻ وقت ائين ئي ڪريو ۞ جڏھن بہ ويھو پردي ۾ پردو لازمي ڪريو ۞ تيار ٿي رھڻ کان پرھيز فرمايو. ھن ئي رسالي جي صفحي 28 کان 29 تي ڏنل امامِ اعظم عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ الاَكرَم جي حڪايت جي روشني ۾ اَمرَد جو حلق ڪرائڻ (يعني مٿو ڪوڙائڻ) بہ مناسب آھي ۽ جيڪڏھن سنت جي نيّت سان زلفون رکٽيون ھجن تہ اڌ ڪَن کان وڌيڪ نہ رکي ۞ خوبصورت پيڪو واري نگاھ کي وٺندڙ (پُرڪشش) وڏي عمامي جي بدران سستي ڪپڙي جو سادو ننڍو عمامو شريف ۽ اُھو بہ خوبصورت انداز ۾ ٻڌڻ جي بجاءِ ٿورو ڍِلو ٻڌو ۞ عمامي شريف تي نقش نعلِ پاڪ وغيره نہ لڳايو جو اھڙي طرح ماڻھن جون نگاھون اُتي ئي ٽيون ۽ ڪجھ ماڻھن جي لاءِ ”بد نگاھي“ جو سامان ٿئي ٿو ۞ چھري تي ڪريم يا پائوڊر ھرگز ھرگز نہ لڳايو ۞ ضرورت ھجي تہ جيستائين ممڪن ٿي سگھي سستو ۽ سادو عينڪ استعمال ڪريو، ذات جو خوبصورت فريم

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم : جنهن مون تي ڏهہ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي .

لڳائي ڪري ٻين جي لاءِ بدنگاهي جي گناهہ جو سبب نہ بڻجو ۞ بدبو ڪان بچڻ ئي گهرجي، تنهن ڪري عِطر بيشڪ لڳايو پر اُهو جنهن جي خوشبو نہ ڦهلجي ۞ پنهنجي لباس ۽ انداز ۾ هر اُنهي مُباح شيء (يعني جائز شيء جنهن جو ڪرڻ نہ ثواب هجي نہ گناهہ مثلاً اِستري ڪيل ڪپڙا وغيره) ڪان بہ بچڻ جي ڪوشش فرمايو جنهن سان ماڻهو مُتوجهہ ٿي ڪري مَعَاذَالله بدنگاهي جي گناهہ ۾ پئجي سگهندا هجن. (امامِ اعظم رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه جن پنهنجي اَمرَد شاگرد جي لاءِ مٿو ڪوڙائڻ ۽ پراڻا ڪپڙا پهرائڻ جو حڪم فرمايو انهن ڪي خوب ذهن ۾ رکو)

**مَدني اِلتِجا:** ماءُ پيءُ ۽ استادن وغيره ڪي بہ گهرجي تہ ذڪر ڪيل مَدني گلن جي روشني ۾ اَمردن ڪي هر طرح جي "ٽِپ ٽاپ" (ناهہ نُوهہ) ڪان بچڻ جو ذِهن ڏين.

## اَمرد جو نعت شريف پڙهڻ

اَمرد ڪي ٻين سان گڏ ملي ڪري نعت شريف پڙهائڻ ڪان بچڻ مناسب آهي. جيئن تہ دعوت اسلامي جي اشاعتي اداري مڪتبة المدينہ جي شايع ٿيل 561 صفحن تي مشتمل ڪتاب "ملفوظاتِ اعليٰ حضرت" صفحي 545 تي آهي: **عرض:** ميلاد خوان (يعني نعت شريف پڙهڻ وارن) سان گڏ جيڪڏهن اَمرَد شامل هجن اِهو ڪِيئن آهي؟ **ارشاد:** "نہ گُهرجي" (ملفوظاتِ اعليٰ حضرت ص 545)

ڪاش! اَمرد صرف اڪيلي يا پنهنجي گهر جي ڀاتين ۾ ئي نعت شريف پڙهي وٺندو ڪري، اِن شاءَ الله عَزَّوَجَلَّ تمام گهڻو ڪرم

ٿيندو. سيني جي سامهون جڏهن اَمرَد نعت شريف پڙهي ٿو ته ڪجھ ماڻهن جو بدنگاهي جي گناھ کان بچڻ انتهائي مشڪل ٿي وڃي ٿو ۽ هوئين به تَرَنُّم (سُر ساز) ۽ راڳ سان پڙهڻ ۾ هڪ طرح جو جادو هوندو آهي. عاشقِ رسول جي لاءِ ته اڪيلي ۾ نعت شريف پڙهڻ جو لطف ئي ڪجھ ٻيو هوندو آهي!

دل میں ہو یاد تِری گوشۂ تنہائی ہو　　پھر تو خلوت میں عجب انجمن آرائی ہو

## هينڊ پريڪٽس جو عذاب

مرد يا عورت جو هينڊ پريڪٽس ڪرڻ حرام آهي، ائين ڪرڻ واري تي حديث مبارڪ ۾ لعنت ڪئي ويئي آهي. فقيه ابو اللّيث سمرقندي عَلَيهِ رَحمَةُ اللهِ القوي جي بيان ڪيل هڪ حديث پاڪ ۾ ستن گنهگار ماڻهن جي عذاب جو تذڪرو آهي انهن مان هڪ مشت زني ڪرڻ (يعني مٺ هڻڻ) وارو به آهي جو قيامت جي ڏينهن هِن تي الله تعاليٰ نه نظرِ رحمت فرمائيندو ۽ نه ئي اُنهي کي پاڪ ڪندو بلڪ انهي کي سڌو دوزخ ۾ وڃڻ جو حڪم ڏنو ويندو. (تنبيه الغافِلين ص 137) اعليٰ حضرت امام احمد رضا خان عَلَيهِ رَحمَةُ الرَّحمٰن هڪ سوال جي جواب ۾ فرمائن ٿا: (مُشت زني ڪرڻ وارو) گنهگار آهي، عاصي آهي، اِصرار جي سبب ڪبيره جو مرتڪب آهي، فاسق آهي. وڌيڪ فرمائن ٿا: جيڪي مشت زني (يعني هينڊ پريڪٽس) ڪن ٿا جيڪڏهن اُهي توبھ ڪرڻ کان بغير مري ويا ته قيامت جي ڏينهن اهي هِن حال ۾ اُٿندا جو انهن جي

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قِيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي .

هٿن جون ترڻيون حامله ھونديون جنهن سان ماڻهن جي ڪثير مجمعي ۾ اُنهن جي رُسوائي ٿيندي. (مُلخص از فتاويٰ رضويہ ج 22 ص 244)

## برباد جواني

گناهن جي سَيلاب جون هلاڪت سامانيون! فَحاشي ۽ عُرياني (يعني بي حيائي ۽ بي پردگي) جو طوفان، مَخلُوط تعليمي نظام، مردن ۽ عورتن جو اِختلاط يعني ميل جول، T.V ۽ انٽرنيٽ تي فلمون، ڊراما ۽ شهوت افزا منظر، رسالن ۽ اخبارن جي **Sex Appeal** مضمونن وغيره گڏجي ڪري اڄ جي نوجوان کي پاڳل، ديوانو بڻائي ڇڏيو آهي! حضرت سيِّدُنا زيد بن خالد رَضِيَ اللهُ تَعَالٰى عَنْهُ کان روايت آهي: "اَلشَّبَابُ شُعْبَةٌ مِّنَ الْجُنُون" يعني جواني ديوانگي جو ئي هڪ شعبو آهي. (مسندُ الشهاب ج 1 ص 100 حديث 116) اڄ جي نوجوان تي شيطان پنهنجو گهيرو تنگ ڪري ڇڏيو آهي، ڀلي اهو ظاهر ۾ نمازي ۽ سنتن جو عادي ئي ڇو نه هجي، پنهنجي شهوت جي تسڪين جي لاءِ آوارا ڀٽڪندو ڦِري رهيو آهي. معاشرو پنهنجي غلط رسم ۽ رواج جي سبب ويچاري جي شادي ۾ تمام وڏي رڪاوٽ بڻجي چڪو آهي، امتحان، سخت امتحان آهي، پر امتحان کان گهبرائڻ مردن جو ڪم ناهي. صبر ڪري اَجر لٽڻ کپي جو شهوت جيترو وڌيڪ تنگ ڪندي صبر ڪرڻ تي ثواب به اوترو ئي وڌيڪ ملندو. جيڪڏهن شهوت جي تسڪين جي لاءِ ناجائز ذريعا اختيار ڪيا

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلّم: جنھن مون تي ڏھ ڀيرا صبح ۽ ڏھ ڀيرا شام درود پاڪ پڙھيو تہ ان کي قيامت جي ڏينھن منھنجي شفاعت ملندي.

تہ ٻنھي جھانن جو نقصان ۽ دوزخ جو سامان آھي. حضرتِ سيِّدُنا ابو درداء رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ فرمائن ٿا: ”شھوت جي گھڙي ڀَر جي پيروي طويل غم جو سبب ٿئي ٿي.“

(الزھدُ الڪبير للبيھقي ص 157 حديث 344)

# حيا جو پيغام

اھو لکندي دل ڏکي ٿي ۽ حيا کان قلم لرزي ٿو، پر منھنجي انھن عرضن کي بي حيائي تي مشتمل نہ سمجھو بلڪ اھو تہ عين حيا جو درس آھي. ”اللہ عَزَّوَجَلَّ ڏسي رھيو آھي.“ اھو ايمان رکڻ جي باوجود جيڪي ماڻھو پنھنجي فاسد زُعم (يعني بري خيال) ۾ ”لڪي ڪري“ بي حيائي جو ڪم ڪن ٿا انھن جي لاءِ حيا جو پيغام آھي. آھ! گندي ذھنيت رکڻ وارا ڪيترائي نوجوان (ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون) شادي جون راھون مسدود (يعني بند) ڏسي ڪري پنھنجي ئي ھٿن سان پنھنجي جواني برباد ڪرڻ شروع ڪري ڇڏين ٿا. شروع شروع ۾ جيتوڻيڪ جو لطف ايندو ھجي، پر جڏھن اک کُلي ٿي (يعني احساس جاڳي ٿو) تہ تمام دير ٿي چُڪي ھوندي آھي. ياد رھي! اِھو فعل حرام ۽ گناھ آھي ۽ حديث پاڪ ۾ ائين ڪرڻ واري کي ”ملعون“ (يعني لعنتي) چيو ويو آھي ۽ اُھو دوزخ جي دردناڪ عذاب جو حقدار آھي. آخرت بہ داءُ تي لڳي ۽ دنيا ۾ بہ اِن جا سخت ترين نقصان آھن، اِنھي غير فِطري عمل سان صحت

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالى عليه واله وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي .

ٻہ تباهہ ۽ برباد ٿي ويندي آهي.

هڪ ڀيرو اهو ”فعل“ ڪري وٺڻ ڪان پوءِ ٻيهر ڪرڻ تي دل چاهيندي آهي، جيڪڏهن مَعَاذَالله عَزَّوَجَلَّ ڪجهہ ڀيرا ڪري ورتو تہ وَرَم اچي وڃي ٿو ۽ عضو جون نرم ۽ نازڪ رڳون رڳڙ ڪائي ڪري دٻجي ڪري سُست ٿي وڃن ٿيون، اعصاب (بدن جا اُهي ريشا جن جي ذريعي اعضا سُڪڙجن ۽ ڦهلجن ٿا) بيحد حساس ٿي وڃن ٿا ۽ آخرڪار نوبت ايستائين پهچي ٿي جو ذري بدنگاهي تي بلڪ ذهن ۾ تصور قائم ٿيو ۽ مني خارج، بلڪ ڪپڙي سان رڳڙ ڪائي ڪري ئي مني ضايع. ”مني“ اُنهي ”رت“ مان ٺهي ٿي، جيڪو تمام جسم کي غذا پهچائڻ ڪان پوءِ بچي وڃي ٿو. جڏهن اها ڪثرت سان خارج ٿيڻ لڳندي تہ رت بدن کي غذا ڪيئن فراهم ڪندي؟ نتيجي طور جِسم جو سڄو نظام دَرهم برهم ٿي ويندو آهي.

## هينڊ پريڪٽس جون 26 جسماني آفتون

﴿1﴾ دل ڪمزور ﴿2﴾ معدو ﴿3﴾ جگر ۽ ﴿4﴾ گُڙدا خراب ﴿5﴾ نظر ڪمزور ﴿6﴾ ڪَنَن ۾ سرسراهٽ جو آواز ﴿7﴾ چِڙ چِرائپ ﴿8﴾ صبح اُٿي تہ بدن سُست ﴿9﴾ جوڙ جوڙ ۾ سُور ۽ اکيون چپڪيل ﴿10﴾ مني ڇڏي ٿي وڃڻ جي سبب ٿوري ٿوري رطوبت وهندي رهڻ. نالي ۾ رطوبت پئي رهڻ ۽ سَڙَڻ، پوءِ ان جي سبب ڪان ڪڏهن ڪڏهن زخم ٿي ۽ انهي ۾ پونء پئجي وڃڻ ﴿11﴾

**فرمانِ مصطفيٰ** صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم: **جڏهن توهان مرسلين** (عليهم السلام) **تي درود شريف پڙهو تہ مون تي بہ پڙهو بيشڪ آءُ سيني جهانن جي ربّ جو رسول آهيان.**

شروع ۾ پيشاب ۾ معمولي ساڙو ﴿12﴾ پوءِ مواد (پيپ، رطوبت) نڪرڻ ﴿13﴾ پوءِ ساڙي ۾ اضافو ﴿14﴾ ايستائين جو پراڻي سوزاڪ (يعني پيشاب ۾ ساڙو ۽ پونءِ نڪرندي رهڻ) سان زندگي اهڙي تلخ ٿي وڃي ٿي جو ماڻهو موت جي تمنا ڪرڻ لڳي ٿو ﴿15﴾ "مني" جي ڇڊي ٿيڻ جي سبب ٻنا ڪنهن خيال جي پيشاب ڪان پهرين يا پوءِ پيشاب ۾ ملي ڪري نڪري وڃڻ. انهي ڪي ئي "ڄِريان" چوندا آهن جيڪو شديد ترين بيمارين جي جڙ آهي ﴿16﴾ عُضوي جو ٽيڙو ٿيڻ ﴿17﴾ ڍِلو ٿيڻ ﴿18﴾ جڙ ڪمزور ﴿19﴾ شادي جي قابل نہ رهڻ ﴿20﴾ جيڪڏهن ڄِماع ۾ ڪامياب ٿي بہ ويو تہ اولاد جي اُميد ناهي ﴿21﴾ چيلهہ ۾ سور ﴿22﴾ چهرو زرد ﴿23﴾ اکين ۾ ڪڏا ﴿24﴾ وحشيانہ شڪل ﴿25﴾ تپ دق (يعني پراڻو بخار جيڪو عام طور تي ڦڦڙن جي خراب ٿيڻ جي ڪري ٿئي ٿو. T.B) ﴿26﴾ پاڳل ٿيڻ.

## هينڊ پريڪٽس ڪرڻ وارو هر پنجون شخص پاڳل

هڪ اطلاع جي مطابق جڏهن هڪ هزار تپ دق (T.B) جي مريضن جي بيماري جي سببن تي غور ڪيو ويو تہ اها ڳالهہ سامهون آئي تہ 414 مشت زني (يعني مٺ هڻڻ) جي سبب، 186 ڄِماع جي ڪثرت جي ڪري ۽ باقي ٻين سببن جي ڪري تپ دق ۾ مبتلا ٿيا هئا. 124 پاڳلن جو امتحان وٺڻ تي معلوم ٿيو تہ انهن مان 24 (يعني تقريباً هر پنجون شخص) پنهنجي هٿ سان مني خارج ڪرڻ جي ڪري پاڳل ٿيو هو.

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : توهان جتي به هجو مون تي درود پڙهو توهان جو درود مون وٽ پهچندو آهي .

## ”صبر ڪر“ جي پنجن اکرن جي نسبت سان هن گناهه کان بچڻ جا 5 روحاني علاج

حُسنِ اعتقاد (يعني سُني يقين) ۽ سني نيت سان جيڪو هي عمل ادا ڪندو اِن شاءَالله عَزَّوَجَلَّ هيندڙ پريڪٽس جي مصيبت کان نجات ماڻيندو.

(1) جيڪو به (مرد يا عورت) مَعَاذَالله عَزَّوَجَلَّ اِنهي گندي فعل ۾ مبتلا هجي، اهو ٻه رڪعت نماز توبهه ادا ڪري سچي دل سان تائب ٿئي ۽ آئنده اهو گناهه نه ڪرڻ جو پڪو عهد ڪري ۽ توبهه تي استقامت جي لاءِ ٻاڏائي ڪري دعا گهري (2) ڪثرت سان روزا رکي اِن شاءَالله عَزَّوَجَلَّ شهوت مغلوب (يعني ڪنٽرول) ٿيندي (3) مسلسل 41 ڏينهن تائين 111 دفعا يا مُؤْمِن جو وِرد ڪري. (اول آخر 3 ڀيرا درود شريف پڙهي) (4) سُمهڻ وقت ليٽي ڪري يامُمِيْتُ جو وِرد ڪندي سمهي پوي. اِن شاءَ الله عَزَّوَجَلَّ فائدو ٿيندو (جڏهن به ليٽي ڪجهه پڙهو ته پير سميٽيل هئڻ گهرجن) (5) روزانو صبح (اول آخر 3 ڀيرا يا 1 ڀيرو درود شريف ۽) 11 ڀيرا سورة الاخلاص پڙهي، شيطان لشڪر سان گڏ به اِن شاءَالله عَزَّوَجَلَّ گناهه نه ڪرائي سگهندو جيستائين اهو (پڙهڻ وارو) پاڻ نه ڪري. (آڌي رات کان بعد سج جي پهرين ڪِرڻي چمڪڻ تائين صبح چورائي ٿو)

## ”يا ڪريمُ“ جي ڇهن اکرن جي نسبت سان هن گناهه کان بچڻ جون 6 تدبيرون

(1) اَمرد پسندي، بدنگاهي ۽ هيندڙ پريڪٽس جي عذابن ۽

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم : مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ ھي توھان جي لاءِ طھارت (يعني پاڪائي) آھي.

دنياوي نقصانن تي غور ڪري ۽ پاڻ کي خوب ڊيڄاري (2) جنھن کي شھوت تنگ ڪندي ھجي، اھو فوراً شادي ڪري وٺي (3) شادي شده جو پرديس ۾ نوڪري يا ڪاروبار وغيره جي لاءِ چئن مھينن کان وڌيڪ پنھنجي زال کان پري رھڻ (زال مڙس ٻنھي جي لاءِ) انتھائي خطرناڪ آھي پري ھئڻ جي سبب ٻئي اِنھي بُري فعل ۾ مبتلا ٿي ڪري دنيا ۽ آخرت برباد ڪري ويھن تہ تَعَجُّب ڪونھي. اعليٰ حضرت رَحْمَةُ اللہِ تَعَالٰی عَلَيْه فتاويٰ رضويہ جلد 23 صفحي 388 تي فرمائن ٿا: ڪنھن کي بنا ضرورت سفر ۾ وڌيڪ رھڻ نہ گھرجي، حديث ۾ حُڪم فرمايو ويو آھي تہ ”جڏھن ڪم ٿي وڃي تہ جلدي موٽي اچو“. (مُسلم ص 1063 حديث 1927) ۽ جيڪو وطن ۾ زال ڇڏي آيو ھجي انھي لاءِ حُڪم آھي تہ جيستائين ٿي سگھي چئن مھينن جي اندر اندر واپس اچي (جو اميرالمؤمنين حضرتِ سيِّدُنا عمر فاروقِ اعظم رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْهُ جن مسلمانن کي اِھو ئي حڪم فرمايو ھو) (4) ھر اُنھي ڪم ۽ جڳھہ کان بچي جنھن سان شھوت کي تحريڪ (يعني ترغيب) ملندي ھجي مثلاً جِن ڪمن يا جڳھن تي اَمردن سان واسطو پوندو ھجي انھن کان پري رھي (5) پاڄائي، وڏي چاچي جي زال، چاچي، مامي، سؤٽ، ماسات، ڦڦات، ماروٽ، جو شرعاً پردو آھي، جيڪو معاذاللہ عَزَّوَجَلَّ انھن کان نظرون نہ بچائيندو ھجي، بي تڪلف ٿڄندو، کِل مذاق ڪندو ھجي ۽ شھوت جي ڪثرت جي شڪايت بہ ڪندو ھجي اُھو

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : جنھن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو تہ جيستائين منھنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رھندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رھندا.

بيوقوفن جو سردار آھي جو پاڻ ئي باھ ۾ ھٿ وجھي پوءِ رڙي ٿو تہ بچايو! بچايو! منھنجو ھٿ سڙي رھيو آھي! اِھو ئي حال فلمون، ڊراما ڏسڻ واري ۽ گانا باجا ٻڌڻ واري جو آھي (6) روماني ناول، عشقيہ ۽ فِسقيہ افسانہ ۽ اھڙي ئي طرح جا اخباري مضمون بلڪ ”گندين خبرن“ ۽ عورتن جي تصويرن سان ڀرپور اخبارون پڙھڻ ڪان پرھيز ڪري نہ تہ بدنگاھي ڪان پاڻ ڪي بچائڻ انتھائي دشوار ۽ شھوت جي ڪثرت ڪان بچڻ مشڪل ترين ٿيندو. چيو ويندو آھي: ”خود ڪرده را علاجے نيست“ (يعني پنھنجي وڏي جو نہ ڪو ويج نہ طبيب) پنھنجي ھٿن جي ڪيل جو ڪو علاج ناھي (شھوت پرستين ۽ مرد ۽ عورت جي ھيِنڊ پريڪٽس جي جدا جدا تباھ ڪارين جي وڌيڪ معلومات جي لاءِ خليفہءِ اعليٰ حضرت، مُبلّغِ اسلام، حضرتِ مولانا عبدالعليم صديقي عَلَيهِ رَحْمَةُ اللهِ القوي جي مختصر ڪتاب ”بھارِ شباب“ جو مطالعو فرمايو)

چُھپ کے لوگوں سے کئے جس کے گناہ — وہ خبردار ہے کیا ہونا ہے
کام زِنداں کے کئے اور ہمیں — شوقِ گلزار ہے کیا ہونا ہے
ارے او مجرمِ بے پروا! دیکھ — سر پہ تلوار ہے کیا ہونا ہے
ان کو رَحْم آئے تو آئے ورنہ — وہ کڑی مار ہے کیا ہونا ہے (حدائقِ بخشش)

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! — صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد
تُوبُوا اِلَى الله! — اَسْتَغْفِرُ الله
صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! — صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

مٺا مٺا اسلامي ڀائرو! بيان کي ختم ڪندي سنّت جي فضيلت ۽ ڪجھ سنّتون ۽ آداب بيان ڪرڻ جي سعادت حاصل

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّى اللهُ تعالٰى عليه واٰله وسلم : **مون تي ڪثرت سان درود شريف پڙھو بيشڪ توھان جو مون تي درود شريف پڙھڻ توھان جي گناھن جي لاءِ مغفرت آھي.**

**ڪيان ٿو، تاجدار رسالت، شھنشاھِ نُبُوَّت، مصطفيٰ جانِ رحمت** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **جو فرمان جنّت نشان آھي: جنھن منھنجي سنّت سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنھن مون سان محبت ڪئي اھو جنّت ۾ مون سان گڏ ھوندو.** (ابن عساکر ج 9 ص 343)

سینہ تری سنت کا مدینہ بنے آقا
جنت میں پڑوسی مجھے تم اپنا بنانا

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ”نامِ مُحمَّد میٹھا لگتا ھے“ جي ارڙھن اکرن جي نَسبت سان نالي رکڻ جي باري ۾ 18 مدني گل

۞ به فرامينِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: (1) **چڱن جي نالي تي نالو رکو.** (الفردوس بماثور الخطاب ج 2 ص 58 حديث 2329) (2) **قيامت جي ڏينھن توھان کي توھان جي ۽ توھان جي ”پيءُ“ جي نالي سان سڏيو ويندو تنھن ڪري پنھنجا نالا سٺا رکو.** (ابو داؤد ج 4 ص 374 حديث 4948) ۞ **صدرُ الشَّريعہ، بدرُالطَّريقہ حضرتِ علامہ مولانا مفتي محمد امجد علي اعظمي** عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ القوي **فرمائن ٿا: ٻار جو سٺو نالو رکيو وڃي، ھندستان ۾ گھڻن ماڻھن جا نالا اھڙا آھن جنھن جي ڪا معنيٰ ناھي يا انھن جي خراب معنيٰ آھي. اھڙن نالن کان اِحتراز ڪريو، انبياءِ ڪرام** عَلَيْهِمُ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام **جي مبارڪ نالن ۽ صحابہ ۽ تابعين ۽ بزرگانِ دين** (رِضْوَانُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْهِمْ اَجْمَعِين) **جي نالي تي نالو رکڻ بھتر آھي، اميد آھي تہ انھن جي برڪت ٻار کي بہ**

**فرمانِ مصطفيٰ** صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم : **جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.**

**ملندي.** (بهار شريعت ج 3 ص 653) ۞ **ٻار زنده پيدا ٿيو يا مئل** (يعني ٽڏو ٻار) **اُنهي جي پيدائش مڪمل هجي يا نامڪمل بهرحال اُن جو نالو رکيو وڃي ۽ قيامت جي ڏينهن ان جو حَشر ٿيندو** (يعني اُٿاريو ويندو) (دُرِ مختار ج 3 ص 153-154 بهارِ شريعت ج 1 ص 841) **معلوم ٿيو تہ جيڪو ٻار ڪچو ڪِري پوي اُن جو بہ نالو رکيو وڃي. جيئن تہ مڪتبة المدينہ جي شايع ٿيل رسالي "اولاد جا حق" صفحي 17 تي آهي: نالو رکي ايستائين جو ڪچي ٻار جو بہ جيڪو ڪجهہ ڏينهن جو ڪِري پوي. نہ تہ الله** عَزَّوَجَلَّ **وٽ شاڪي هوندو.** (يعني شڪايت ڪندو) **فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم **آهي: ڪچي ٻار جو نالو رکو جو الله تعاليٰ ان جي ذريعي توهان جي ميزان (يعني عمل جي ترازي) کي ڳرو ڪندو.** (الفردوس بماثور الخطاب ج 2 ص 308 حديث 3392) ۞ **"محمد" نالي رکڻ جي باري ۾ ٽي فرامينِ مصطفيٰ** صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم (1) **جنهن وٽ ڇوڪرو پيدا ٿيو ۽ اُنهي منهنجي محبت ۽ منهنجي نالي سان برڪت حاصل ڪرڻ جي لاءِ ان جو نالو محمد رکيو اُهو ۽ اُن جو ڇوڪرو ٻئي جنت ۾ ويندا.** (جمع الجوامِع ج 7 ص 295 حديث 23255) (2) **قيامت جي ڏينهن بہ شخص الله**عَزَّوَجَلَّ **جي حضور بيهاريا ويندا، حُڪم ٿيندو: انهن کي جنت ۾ وٺي وڃو. عرض ڪندا: الٰهي** عَزَّوَجَلَّ! **اسان ڪهڙي عمل تي جنت جي قابل ٿياسين؟ اسان تہ جنّت جو ڪو ڪم ناهي ڪيو!** (الله عَزَّوَجَلَّ) **فرمائيندو: جنت ۾ وڃو، مون عهد ڪيو آهي تہ جنهن جو نالو**

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنهن مون تي جمعه جي ڏينهن ٻه سؤ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو ان جا ٻه سؤ سالن جا گناهه معاف ڪيا ويندا.

احمد يا محمد هجي اهو دوزخ ۾ نه ويندو. (فتاويٰ رضويه ج 24 ص 687، الفردوس بماثور الخطاب ج 5 ص 535 حديث 9006) (3) توهان مان ڪنهن جو ڪهڙو نقصان آهي جيڪڏهن انهي جي گهر ۾ هڪ محمد يا ٻه محمد يا ٽي محمد هجن. (الطبقات الڪبريٰ لابن سعد ج 5 ص 40) هي حديث پاڪ نقل ڪرڻ ڪان پوءِ اعليٰ حضرت رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جيڪو لکيو آهي ان جو خلاصو آهي: اِنهي ڪري مون پنهنجي سيني پُٽن، پائيٽن جو عقيقي ۾ نالو صرف محمد رکيو پوءِ مبارڪ نالي جي آداب جي حفاظت ۽ ٻارن جي سڃاڻپ تي سگهي اِنهي لاءِ عُرف (يعني سڏڻ لاءِ نالا) جُدا مقرر ڪيا. بحمدالله پنج محمد هاڻي ٻه موجود آهن جڏهن ته پنجن ڪان وڌيڪ پنهنجي راهه ڏانهن ويا يعني لاڏاڻو ڪري چڪا آهن. (مُلخص از فتاويٰ رضويه ج 24 ص 689) حُجَّةُ الاسلام حضرت سيِّدُنا امام ابو حامد محمد بن محمد بن محمد غزالي عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الوَالِى جو پنهنجو، والد صاحب جو ۽ ڏاڏي جو نالو محمد هو يعني محمد بن محمد بن محمد. ۞ **اولاد نرينه جي لاءِ عمل:** سيِّدُنا امام اعظم ابوحنيفه رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جي محترم استاد، جليلُ القدر تابعي، امام عطا رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمائن ٿا: جيڪو چاهي ته ان جي عورت جي حمل ۾ ڇوڪرو ٿئي، انهي کي گهرجي پنهنجو هٿ (حامله) عورت جي پيٽ تي رکي ڪري چوي: جيڪڏهن ڇوڪرو آهي ته مون ان جو نالو محمد رکيو. اِنْ شَاءَالله العَزِيز ڇوڪرو ئي ٿيندو. (فتاويٰ رضويه ج 24 ص 690) ۞ اڄ

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنھن وٽ منھنجو ذڪر ٿئي ۽ اھو مون تي درود شريف نہ پڙھي تہ ان جفا ڪئي.

ڪلھہ مَعَاذَالله نالي بگاڙڻ جي وبا عام آھي ۽ محمد نالي کي بگاڙڻ تہ تمام ئي سخت تڪليف ده آھي. تنھن ڪري ھر مرد جو نالو محمد يا احمد رکيو وڃي ۽ عُرف يعني سڏڻ جي لاءِ مثلاً بلال رضا، ھلال رضا، جمال رضا، ڪمال رضا ۽ زيد رضا وغيره رکيو وڃي ۞ فرشتن جي مخصوص نالي تي نالو رکڻ صحيح ناھي، تنھن ڪري ڪنھن جو جبرائيل يا ميڪائيل وغيره نالا نہ رکو. **فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّی اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آھي: فرشتن جي نالي تي نالو نہ رکو. (شُعَبُ الايمان ج 6 ص 394 حديث 8636) ۞ محمد نبي، احمد نبي، نبي احمد نالا رکڻ حرام آھن. (مُلخص از فتاويٰ رضويہ ج 24 ص 677) ۞ جڏھن بہ نالو رکو ان جي معنيٰ تي غور ڪري وٺو يا ڪنھن عالم کان پُڇي وٺو، خراب معنيٰ وارا نالا نہ رکو مثلاً غفورالدين جي معنيٰ آھي: دين کي مِٽائڻ وارو، اِھو نالو رکڻ سخت بُرو آھي ۞ خراب نالا خراب تاثير رکن ٿا جيئن تہ اعليٰ حضرت رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه فرمائن ٿا: مون بُرن نالن جو سخت بُرو اثر پوندي پنھنجي اکين سان ڏٺو آھي، چڱن ڀلن سُني صورت وارن کي آخر عُمر ۾ ”دين پوش ۽ ناحق ڪوش“ (يعني دين لڪائڻ وارو ۽ باطل جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ وارو) ٿيندي ڏٺو آھي. (مُلخص از فتاويٰ رضويہ ج 24 ص 682-681) ۞ نالي جا اثر آئنده نسل ۾ بہ اچي سگھن ٿا. ”بھار شريعت“ جلد 3 صفحي 601 تي حديث نمبر 21 آھي: ”صحيح بخاري“ ۾ سَعيد بِن مُسَيَّب رَضِیَ اللهُ تَعَالٰی عَنْهُ کان

**فرمانِ مصطفيٰ** صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : **ان شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي وڃي جنھن وٽ منھنجو ذڪر ٿئي ۽ اھو مون تي درود شريف نہ پڙھي.**

مروي آھي چون ٿا: منھنجا ڏاڏا نبي ڪريم صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. حضور صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن پڇيو: توھان جو ڇا نالو آھي؟ انھن چيو: حَزن، فرمايائون: توھان سَھل آھيو. يعني پنھنجو نالو "سھل" رکو جو ان جي معنيٰ آھي نرم ۽ "حَزن" سخت کي چون ٿا. انھن چيو جيڪو نالو منھنجي پيءُ رکيو آھي انھي کي ڪونہ بدلائيندس. سَعيد بِن مُسَيَّب رَضِیَ اللہُ تَعَالٰی عَنْہُ چون ٿا: ان جو نتيجو اھو ٿيو جو اسان ۾ اجا تائين سختي ڏٺي وڃي ٿي. (بخاري ج 4 ص 153 حديث 6193) ۞ يٰسين يا طٰهٰ نالا رکڻ منع آھي. (فتاويٰ رضويہ ج 24 ص 680) محمد يٰسين نالو بہ نٿا رکي سگھو ھا غلام يٰسين ۽ غلام طٰهٰ نالا رکڻ جائز آھن ۞ بھار شريعت حصو 15 (عقيقہ کا بيان) ۾ آھي: عبدالله ۽ عبدالرحمٰن تمام سٺا نالا آھن پر ھن زماني ۾ اھو اڪثر ڏٺو وڃي ٿو تہ بجاءِ عبدالرحمٰن انھي شخص کي تمام گھڻا ماڻھو رحمٰن چوندا آھن ۽ غير خدا کي رحمٰن چوڻ حرام آھي. اھڙي ئي طرح عبدالخالق کي خالق ۽ عبدالمعبود کي معبود چوندا آھن اھڙي قسم جي نالن ۾ اھڙي ناجائز ترميم ھرگز نہ ڪئي وڃي. اھڙي ئي طرح گھڻي ڪثرت سان نالن ۾ تصغير جو رواج آھي يعني نالي کي اھڙي طرح بگاڙين ٿا جنھن سان حقارت ظاھر ٿئي ٿي ۽ اھڙن نالن ۾ تصغير ھرگز نہ ڪئي وڃي تنھن ڪري جتي اِھو گُمان ھجي تہ نالن ۾ تصغير ڪئي ويندي تہ اھي نالا نہ

رکيا وڃن بلڪ ٻيا نالا رکيا وڃن.(بهار شريعت ج 3 ص 356) ۞ **جيڪي نالا خراب هجن انهن کي بدلائي ڪري سٺو نالو رکڻ گهرجي** جو حُسنِ اخلاق جي پيڪر، نبين جي تاجوَر، محبوب ربِّ اڪبر صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم **خراب نالي کي** (سٺي نالي سان) **بدلائي ڇڏيندا هئا.** (ترمذي ج 4 ص 382 حديث 2848) **هڪ عورت جو نالو "عاصيه"** (يعني گنهگار) هو، حضور پاڪ صاحبِ لولاڪ، سياح افلاڪ صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن ان جي نالي کي بدلائي ڪري جميله رکيو. (مسلم ص 1181 حديث 2139) ۞ **اهڙا نالا منع آهن جن ۾ پنهنجي مُنهن سان پاڻ کي سٺو ٻڌائڻ يعني "پاڻ پڏائڻ" ٻُجڻ ڏٺو وڃي.** سيپاري 27 سُورةُ النّجم آيت نمبر 32 ۾ ارشاد الٰهي آهي: **فَلَا تُزَكُّوْٓا اَنْفُسَكُمْ** ط **ترجمو ڪنزالايمان:** پوءِ توهان پنهنجي پاڻ واکاڻ نه ڪيو. اعليٰ حضرت رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جن "فُصُولِ عِمادي" جي حوالي سان لکيو آهي: ڪو ان نالي سان گڏ نالو نه رکي جنهن ۾ تزڪيو يعني پنهنجي وڏائي ۽ تعريف جو اظهار هجي. (فتاويٰ رضويه ج 24 ص 684) مسلم شريف ۾ آهي: سرڪار مدينه صَلَّی اللہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن "بره" (يعني نيڪ بي بي) نالي عورت جو نالو بدلائي ڪري "زينب" رکيو ۽ فرمايائون: پنهنجي جانين کي پاڻ (يعني خود) سٺو نه ٻڌايو. اللہ عَزَّوَجَلَّ خوب ڄاڻي ٿو ته توهان مان نيڪو ڪار ڪير آهي." (مسلم ص 1182 حديث 2142) ۞ **اهڙا نالا رکڻ جائز ناهن جيڪي ڪافرن جي لاءِ مخصوص هجن.** فتاويٰ رضويه جلد 24 صفحو

663 کان 664 تي آهي: نالن جو هڪ قسم ڪافرن سان مُختص (يعني مخصوص) آهي جيئن جِرجِس، پُطرُس ۽ يُوحَنّا وغيره تنهن ڪري انهي قسم جا نالا مسلمانن جي لاءِ رکڻ جائز نہ آهن چاڪاڻ تہ انهي ۾ ڪافرن سان مُشابهت ڏني وجي ٿي. والله تعاليٰ اعلم ۞ غلام محمد ۽ احمد جان نالا رکڻ جائز آهن پر بهتر اهو ئي آهي جو غلام يا جان وغيره لفظ نہ وڌايا وڃن. تہ جيئن محمد ۽ احمد نالي جا جيڪي فضيلتون حديثن مبارڪن ۾ موجود آهن اُهي حاصل ٿين ۞ غلام رسول، غلام صديق، غلام علي، غلام حسين، غلام غوث، غلام رضا نالا رکڻ جائز آهن.

هزارين سنتون سکڻ جي لاءِ **مڪتبة المدينہ** جي شايع ٿيل ڪتاب 312 صفحن تي مشتمل ڪتاب ”بهارِ شريعت“ حصو 16 ۽ 120 صفحن جو ڪتاب ”سنتيں اور آداب“ هديو ڏئي حاصل ڪيو ۽ پڙهو. سنتن جي تربيت جو هڪ بهترين ذريعو **دعوت اسلامي** جي مدني قافلن ۾ عاشقان رسول سان گڏ سنتن ڀريو سفر آهي.

لوٹنے رَحمتیں قافلے میں چلو سیکھنے سُنّتیں قافلے میں چلو
ہوں گی حل مشکلیں قافلے میں چلو ختم ہوں شامتیں قافلے میں چلو

صَلُّوا عَلَی الْحَبِیب ! صلَّی اللّٰہُ تعالٰی علٰی محمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم : جنھن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو تہ جيستائين منھنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رھندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رھندا .

## ھي رسالو پڙھي ڪري ٻين کي ڏيو

شادي غمي جي تقريبن، اجتماعن، عرسن ۽ ميلاد جي جلوسن وغيره ۾ مڪتبة المدينہ تان شايع ٿيل رسالا تقسيم ڪري ثواب ڪمايو گراھڪن کي ثواب جي نيّت سان تحفي ۾ ڏيڻ جي لاءِ پنھنجي دڪانن تي بہ رسالا رکڻ جو معمول بڻايو اخبار جي ھاڪر يا ٻارن جي ذريعي پنھنجي پاڙي جي گھر گھر ۾ وقفي وقفي سان بدلائي بدلائي ڪري سنّتن ڀريا رسالا پھچائي نيڪيءَ جي دعوت جون ڌومون مچايو .

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب ! صلى الله تعالیٰ على محمّد

## ماخذ ۽ مراجع



| مطبوعہ | کتاب | مطبوعہ | کتاب |
|---|---|---|---|
| دارالکتب العلمیۃ بیروت | الطبقات الکبری لابن سعد | مکتبۃ المدینہ باب المدینہ کراچی | قران پاک |
| دارالکتب العلمیۃ بیروت | مکاشفۃ القلوب | داراحیاء التراث العربی بیروت | تفسیر روح البیان |
| دارالکتب العلمیۃ بیروت | نزہۃ المجالس | دارالفکر بیروت | تفسیر الصاوی |
| مکتبۃ المدینہ باب المدینہ کراچی | عجائب القرآن | پشاور | تفسیرات احمدیہ |
| کوئٹہ | المناقب للکردری | مکتبۃ المدینہ باب المدینہ کراچی | خزائن العرفان |
| دارالمعرفۃ بیروت | الزواجر عن اقتراف الکبائر | پیر بھائی اینڈ کمپنی | نور العرفان |
| دارالمعرفۃ بیروت | درمختار | دارالکتب العلمیۃ بیروت | صحیح بخاری |
| دارالفکر بیروت | تاریخ دمشق لابن عساکر | دارابن حزم بیروت | صحیح مسلم |
| دارالکتاب العربی بیروت | تنبیہ الغافلین | داراحیاء التراث العربی بیروت | سنن ابوداود |
| داراحیاء التراث العربی بیروت | الروض الفائق | دارالفکر بیروت | سنن ترمذی |
| دارالمعرفۃ بیروت | ردالمحتار | دارالکتب العلمیۃ بیروت | السنن الکبری للبیہقی |
| دارالبشائر الاسلامیہ | منح الروض | داراحیاء التراث العربی بیروت | معجم کبیر |
| رضا فاؤنڈیشن مرکز الاولیاء لاہور | فتاوی رضویہ | مؤسسۃ الرسالہ بیروت | مسند الشہاب |
| کوئٹہ | البحر الرائق | دارالکتب العلمیۃ بیروت | الفردوس بماثور الخطاب |
| انتشارات گنجینہ تہران | تذکرۃ الاولیاء | مؤسسۃ الکتب الثقافیہ بیروت | الزھد الکبیر للبیہقی |
| انتشارات گنجینہ تہران | کیمیائے سعادت | دارالکتب العلمیۃ بیروت | شعب الایمان |
| مکتبۃ المدینہ باب المدینہ کراچی | بہار شریعت | دارالکتب العلمیۃ بیروت | جمع الجوامع |
| مکتبۃ المدینہ باب المدینہ کراچی | کفریہ کلمات کے بارے میں سوال جواب | دارالکتب العلمیۃ بیروت | شذرات الذھب |









اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

## سُنّت جون بهارون

اَلحَمدُ لِلّٰه عَزَّوَجَلَّ تبليغِ قرآن ۽ سُنّت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ **دعوتِ اسلامي** جي مهڪندڙ مدني ماحول ۾ بڪثرت سُنّتون سکيون ۽ سيکاريون وينديون آهن. هتان کي به پنهنجي شهر ۾ **دعوتِ اسلامي** جي ٿيندڙ هفتيوار سنتن ڀرئي اجتماع ۾ سڄي رات گذارڻ جي مدني التجا آهي. عاشقانِ رسول جي **مَدَني قافلن** ۾ سنتن جي تربيت جي لاءِ سفر ۽ روزانو **فڪرِ مدينه** جي ذريعي **مَدَني انعامات** جو رسالو ڀري ڪري هر مهيني پنهنجي شهر جي ذميدار کي جمع ڪرائڻ جو معمول بڻايو. اِن شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ان جي برڪت سان پابندِ سنت بڻجڻ، گناهن کان نفرت ڪرڻ ۽ **ايمان جي حفاظت** جو ذهن بڻجندو. هر اسلامي ڀاءُ پنهنجو هي مدني ذهن بڻائي ته **"مون کي پنهنجي ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش ڪرڻي آهي"** اِن شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ پنهنجي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني انعامات** تي عمل ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني قافلن** ۾ سفر ڪرڻو آهي. اِن شَآءَ اللّٰه

**مڪتبة المدينه جون مختلف شاخون**

| | |
|---|---|
| مڪتبة المدينه : فيضان مدينه آفندي ٽائون حيدرآباد | 022_2620122 |
| مڪتبة المدينه : فيضان مدينه بيراج روڊ سکر | 071_5619195 |
| مڪتبة المدينه : فيضان مدينه العطار ٽائون ميرپور خاص | 023_3514672 |
| مڪتبة المدينه : چڪرا بازار نواب شاهه | 024_4362145 |
| مڪتبة المدينه : فيضان مدينه عطار آباد (جيڪب آباد) | 072_2710635 |
| مڪتبة المدينه : فيضان مدينه مارڪيٽ روڊ دادو | 025_4611541 |
| مڪتبة المدينه : رابعه شاپنگ سينٽر فاروق نگر لاڙڪاڻو | 074_4054191 |

عالمي مدني مرڪز فيضان مدينه محله سوداگران پراڻي سبزي منڊي
باب المدينه ڪراچي فون نمبر : 021- 34921389- 90- 91